# مان اسڪول پڙهندس

## ٻارن لاءِ ڪهاڻيون





اڪرام ساگر عباسي

# مان اسڪول پڙهندس

(ٻارن لاءِ ڪهاڻيون)

ليکڪ

اڪرام ساگر عباسي

ٻالڪ ادبي اڪيڊمي

نئون ديرو-لاڙڪاڻو

| | |
|---|---|
| ڪتاب: | مان اسڪول پڙهندس |
| ليکڪ: | اڪرام ساگر عباسي |
| موضوع: | ٻارن لاءِ ڪهاڻيون |
| ڇاپو: | پهريون آگسٽ (١٩٩٣) |
| ڳاڻيٽو: | هڪ هزار |
| ڇپائيندڙ: | ٻالڪ ادبي اڪيڊمي نئون ديرو لاڙڪاڻو |
| ڪمپوزس: | پتاڻي ڪمپيوٽر ڪمپوزرس لاڙڪاڻو. |

مُلهه: ڏهه رپيا

لک پڙهه لاءِ پتو:
انعام عباسي
ٻالڪ ادبي اڪيڊمي
اسٽيشن روڊ نئون ديرو لاڙڪاڻو

Maan School Parhandus
Child Stories

By: Ikram Sagar Abbasi

Publishing By: Balk Adabi Academy Naudero Larkana.

# ارپنا

پيارن پُٽن

قادر، مالڪ ۽ لطيف

جي

نانءِ

اڪرام ساڪر عباسي

# سنڌاءُ

# ٻه اکر

ٻار ۽ ڪهاڻيءَ جي ڪهاڻي، ڏاڍي پراڻي ۽ سنڌ ڀاري ڏاڍي پختي ۽ پيار ڀري آهي. فرق رڳو اهو آهي، ته اڳي ٻارن جي لاءِ ڪهاڻي جي ڪاڻ پياري ناني هوندي هئي. ۽ هاڻي اها جاءِ اڄ سٺيون ڪتابون ۽ ننڍڙن رسالن والاري آهي.

پيارا ٻارو!

هن ڪرڻ سارن ڪتابن ۽ رسالن جي وچ ۾ اسان ٻه اوهانجي لاءِ هي سٺو ڪتابي سلسلو شروع ڪيو آهي. جنهن جي هيءَ ٻهرين ڪڙي آهي. اميد ته هي سلسلو اوهان کي ڏاڍو وڻندو.

هي اٺ ڪهاڻين جو ڪتابڙو ساٿي اڪرام ساگر عباسيءَ خاص اوهان جي لاءِ لکيو آهي. هي ڪهاڻيون پڙهي ڀڪ سان، اوهان به منهن وانگر ڏاڍا سرها ٿيندا ۽ هڪ هڪ وڏي ۽ خاص ڳالهه ته اوهانکي ٻڌائڻ ٿي من کا وسري وڃي. اها هيءَ ته ساٿي اڪرام اوهان جي لاءِ هڪ ناول پڻ لکي رهيو آهي. جيڪو بهجلدي شايع ٿيندو.

پيارا ٻارو!

هاڻي هي سٺيون ڪتابن جو سلسلو اڳ ڪٿ ٿي سمجهو جو ته هاڻي لڳاتار هڪ ٻي پٺيان ڪيترائي ڪتاب شايع ڪري رهيا آهيون. ايندڙ ڪتابن ۾ ڪهاڻيون، شاعري، لطيفن، سائنسي ڄاڻ ۽ عام معلومات بابت ڪتاب هوندا.

پيارا ٻارو!

اسان جي اها پوري پوري ڪوشش آهي ته اسان اوهان کي وڌ ۾ وڌ تفريحي علمي ادبي ۽ معلوماتي ڪتاب ڏئي سگهون. ان سلسلي ۾ اسان ڪيترا ڪامياب ٿيون. تنهن کان آگاهه ڪرڻ اوهان تي فرض ٿو ٿئي. اميد ته ڪتاب پڙهي پوءِ هن ڪتاب بابت پنهنجي راءِ لکي موڪليندا.

انعام عباسي

# مهاڳ

ٻارڙن کي فرشتن جو روپ سمجهيو وڃي ٿو. انهن جي بهتر تعليم ۽ تربيت جي اسان تي ڪيتري ذميواري آهي؟. ان سان، اسان ڪيترو نڀايو آهي. ان جو جواب اسانکي پنهنجي جيءَ ۾ جهاتي پائڻ سان ملي ويندو. ٻار، جيڪو ايندڙ وقت جو وارث آهي، ان جون ضرورتون ڪهڙيون آهن. يا ٻار تعليم ۽ راند سان گڏ ٻي ڪهڙي دلچسپي چاهي ٿو. ان لاءِ اسان ڪڏهن سوچيو ئي ناهي. پر، ٻار هڪ ٻي دلچسپي به چاهي ٿو، ۽ اها اسان، کيس ادب وسيلي ڏئي سگهون ٿا. ڇو ته، ادب شعور بخشي ٿو ۽ چاهه وڌائي ٿو.

ٻار گل جيان نازڪ به آهي. ته پهاڙ جيان مضبوط به. اڄ جو ٻار ڀرپور صلاحيت جو مالڪ آهي. هو گهڻو ڪجهه ڪرڻ چاهي ٿو. پر هن کي ماحول جي کوٽ آهي، ۽ اهو ماحول اسان ئي کيس ڏئي سگهون ٿا. پر شرط اهو آهي، ته اسان به سڄاڻ هجون. ان لاءِ وڏي پر وڏي ذميواري والدين جي آهي. ان معاملي ۾ اگر هو سنجيده ناهن ته، پوءِ ٻار جي بگڙجڻ جو جواز جڙيو پيو ٿو. سوال اهو آهي ته ٻارن کي اهو ماحول ڪير ڏئي. ان لاءِ پهريون ڪم آهي ته، ٻارن کي ادب سان روشناس ڪرائجي، سٺا سٺا ڪتاب ٻارڙن کي پڙهائجن.

انهيءَ حوالي سان ڏٺو وڃي ته سنڌيءَ ۾ ٻاراڻي ادب جي اوسر ڪيتري ٿي آهي، اهو هڪ وڏو سوال آهي، پر ان هوندي به سنڌي ٻاراڻو ادب سرجيندڙ موجود آهن. جن ٻاراڻي ادب جي کوٽ کي محسوس ڪيو آهي ۽ ڇڱو چوکو لکيو آهي، ۽ اهو ناتو اڄا به نڀائيندا پيا اچن. انهن ليکڪن مان اڪرام ساگر عباسي به هڪ آهي. جنهن ٻارڙن لاءِ ڍيريون سٺيون ڪهاڻيون لکيون آهن. جيڪي جديد دور جي گهرجن موجب لکيون ويون آهن.

ٻارڙن لاءِ ڪهاڻيون لکڻ اڪرام ساگر عباسيءَ پنهنجو فرض سمجهيو آهي. ڪردار هن کي ملندا ويا ۽ هو ڪهاڻيون لکندو رهيو. سندس ڪهاڻيون حقيقت جو رنگ پيش ڪن ٿيون، جن ۾ ٻارڙن لاءِ وندر به آهي ته پيغام به. اڪرام ساگر هرو ڀرو ٻاراڻيون ڪهاڻيون نه لکيون آهن. پر هن ٻارڙن لاءِ لکڻ پنهنجو فرض ڄاتو آهي. هونئن ڏسجي ته، اڪرام ساگر جو موضوع تحقيق ۽ تاريخ رهيو آهي، پر هن ٻارڙن لاءِ ڪهاڻيون لکي اهو فرض به نڀايو آهي.

حقيقت جي نگاهه سان ڏسجي ته ٻاراڻي ادب ۾ ڪهاڻي گهٽ لکي وئي آهي. حالانڪ ٻارن جي ذهني پورهيش لاءِ ڪهاڻي وڌيڪ ڀاڱو ڀلي صنف آهي. بنيادي طور تي ٻار شاعريءَ جي ڀيٽ ۾ ڪهاڻيءَ سان وڌيڪ دلچسپي رکي ٿو. تنهنڪري اسانکي ٻارڙن لاءِ وڌ ۾ وڌ ڪهاڻيون لکڻ گهرجن. ڇو ته ٻار ڪهاڻي پڙهي،

اھا پڻ ڄاڻي ٿي ته ٻهڳاڻي ٿو.

اڪرام ساڪر جي هن ڪهاڻيءَ ۾ سبق سمايل آهي، اهو سبق آهي، ديس سان محبت جو، پڙهڻ جو، خدمت جو، دوست ۽ دشمن جي سڃاڻپ جو. اڪرام جون هي ڪهاڻيون وقتائتيون به آهن ته مقصد سان ڀرپور به. سنڌس ڪهاڻيءَ ۾ جيڪو پيغام آهي، اهو هر ٻار لاءِ آهي.

هن جي ڪهاڻيءَ جا ڪردار ٻه ڪي اوپرا يا ڄڻ نه آهن، بلڪ اهي اسانجي ئي پرپاسي موجود آهن. انهن جي احساس ۽ جذبن کي هن قلم ذريعي ڪاغذ تي قيد ڪيو آهي ۽ ان ۾ حقيقت جي رنگ ڀرڻ جي پوري پوري ڪوشش ڪئي اٿائين. ٻارن جي سوچ، نفسيات ۽ حرڪتن کي هن جيئن جو تيئن پيش ڪيو آهي. سنڌس هي ڪهاڻي ڪتاب "مان اسڪول پڙهندس" ۾ ڪُل اٺ ڪهاڻيون ڏنل آهن.

"__ڪاوڙ وارو__" هيءَ ڪهاڻي اسانجي سماج سان واسطو رکي ٿي. ڏورهان اهڙا ڪيترائي ٻار اخبارون ڪپائيندي ڏٺا هوندا. جيڪي هرو ڀرو شوق خاطر ڪو نه ڪپائيندا آهن. پر انهن جي به ڪا مجبوري هوندي آهي. هي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته، غريب والدين ٻارن کي پڙهائڻ بدران پورهيو ڇو ٿا ڪرائين؟ ان جو جواب پڙهائيءَ جو ڳرو خرچ آهي، پيو ته اسان وٽ تعليم يافته نوجوان به بيروزگار وتندا آهن. نوڪريون رکو سفارش ۽ رشوت تي ملي ٿيون. اهي ئي ڳالهيون غريب کي آڏو ٿيون، ۽ هو پنهنجي اولاد کي پڙهائڻ بدران پورهيو ڪرائين ٿا..

"__پختو ارادو__" هن ڪهاڻيءَ ۾ محنت ۽ جدوجهد جو سبق ڏنل آهي. ڪهاڻيءَ ۾ ڏيکاريل آهي ته، ڪيئن هڪ غريب ۽ يتيم ٻار ماءُ جي هدايت تي عمل ڪري، محنت ڪندو وڃي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿئي ٿو. حقيقت ۾ ڪوشش ئي ڪاميابي جي ڪُنجي آهي. هڪ ٻار جي جدوجهد کي سامهون رکي، ٻار وڏو مقصد ماڻي سگهن ٿا.

"__پري سنگت جو اثر__" هيءَ ڪهاڻي موضوع جي حوالي سان ته ٺيڪ آهي پر ليڪ ان سان نباهه، نه ڪري سگهيو آهي، البت هن ڪهاڻيءَ ۾ مقصد ضرور سمايل آهي.

"__مان اسڪول پڙهندس__" هيءَ ڪتاب جي ٽائيٽل ڪهاڻي آهي. جيڪا نهايت ڀرپور ۽ شاندار ڪهاڻي آهي. ليڪ هن ڪهاڻيءَ ۾ جيڪا منظر نگاري ڇٽي آهي، اها ڪمال جي آهي. ٻهراڙيءَ جي استادن جي ڪارڪردگي کي واٽڪو به ڪيو ويو آهي ته، هڪ محنتي استاد جي واڪاڻ به ڪئي وئي آهي. ٻار ۽ والدين هن ڪهاڻيءَ مان ضرور لاڀ حاصل ڪندا.

"__محنت جي ميرڪ__" هن ڪهاڻيءَ ۾ هڪ محنتي ۽ غريب ٻار جو قصو ٻڌايل آهي. هو پڙهڻ لاءِ آتو آهي، پر غربت سنڌس آڏو رڪاوٽ بڻيل آهي. ان لاءِ هو

پورھيو ڪري ٿو، ۽ چڱو نالو ڪمائي ٿو. ۽ اهي ماڻھو جيڪي ماضيءَ ۾ ڪيس ڏکوئيندا هئا، جڏهن وڪس اچن ٿا ته، هو پوءِ به اخلاق ۽ ادب سان ساڻن پيش اچي ٿو. اها ئي هڪ ڪامياب انسان جي خوبي هوندي آهي. ڪهاڻي مقصد جي لحاظ کان ڀرپور آهي.

"ڪانءُ جي پڙ تي ڪبڙي" هيءَ علامتي ڪهاڻي آهي. يعني "چڱائي ڪر ۽ جو نتيجو هميشه چڱو ئي هوندو آهي. چڱائي به ڪر ۽ کهي ۾. اها به حد جي اندر. هن ڪهاڻيءَ ۾ سنڌ مٿان ڏاڍا جيڪي ويل وهائي رهيا آهن، ان جو عڪس علامتي انداز ۾ چٽيو ويو آهي.

"طوطي جي ڪچهري" هيءَ ڪهاڻي نهايت شاندار ۽ ٻارن جي احساس جي ڀرپور ترجماني ڪري ٿي، جنهن ۾ دلچسپي سان گڏ سبق به ڏنل آهي. ڪهاڻي پنهنجو ڀرپور تاثر ڇڏي ٿي. ٻولي نهايت وڻندڙ استعمال ٿيل آهي. ڪهاڻيءَ ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته، ڪيئن هڪ گونگو ڇوڪرو پکيءَ جي ڳالهه کان متاثر ٿي پنهنجي پڙهڻ جو فيصلو ڪري ٿو. حقيقت ۾ هيءَ ڪهاڻي ڪتاب جي سر موڙ ڪهاڻي آهي.

"جيئي اسان جي ڌرتي" هن ڪهاڻيءَ ۾ ڌاريان جا سازشي ڪرتوت ڏيکاريل آهن، ۽ انهن جي خلاف جدوجهد جو سبق ڏنل آهي، جن هن ڌرتيءَ جي سرڪ ۽ سرڪاري کي وڏو نقصان رسايو آهي. ڪهاڻيءَ ۾ وڏيري جي ڪردار کي به وائکو ڪيو ويو آهي. هيءَ ڪهاڻي به سبق سان ڀرپور آهي.

اسان وٽ اهو سوال عام ورجايو ويندو آهي ته، ڀيرين، ٻنين، ڇهين يا ڇوٿين ۽ پنجين درجي جو پڙهندڙ ٻار اهڙيون ڳالهيون ڪيئن ٿو ڪري سگهي. پر اها حقيقت آهي ته، اڄ جو ٻار هن سائنسي دور جي پيداوار آهي. هو انتهائي چالاڪ ۽ حساس آهي. اسان وٽ ٻار اهڙا ته سياڻا آهن جو انهن جي سوچ يا ڳالهه تي عبرت ڪاٽي سگهجي ٿي. اڪرام ساگر جون هي ڪهاڻيون سماج جو هڪ حصو آهن. انهيءَ سماج جو حصو جنهن ۾ توهان ۽ اسان سڀ رهون ٿا. اڪرام ساگر پنهنجي ڪهاڻين ۾ ٻارن جي احساس، ۽ جذبن سان گڏوگڏ سموري ڪهرجي جو ڀرپور ڀرپور خيال رکيو آهي. اڄ جو ٻار ڇا ٿو چاهي يا ڇا ڄاڻڻ ٿو چاهي، انهن سڀني ڳالهين جو جواب توهانکي هن ڪهاڻين ۾ ملي ويندو. مونکي يقين آهي ته، اڪرام ساگر عباسيءَ جو هي ڪتاب ٻارائي ادب ۾ اهم جاءِ والاريندو.

امام راشدي
(پير جو ڳوٺ - نئون ديرو)
٢١-٣-١٩٩٣ع

# ڪاوش وارو

عرفان جن جي گهر ۾ نم جو وڏو وڻ هوندو هو. اڃان سج ني نه اڀرندو هو ته ان وڻ ۾ جهرڪين جا چرڙاٽ پئجي ويندا هئا. عرفان به جهرڪين جو آواز ٻڌي سجاڳ ٿي پوندو هو. ۽ سمجهي ويندو هو ته منهنجي اٿڻ جو وقت ٿي ويو آهي. اڄ به معمول مطابق، عرفان اهو جهرڪين جو آواز ٻڌي آرس ڀڃي اٿي کڙو ٿيو.

هلڪي هلڪي هوا گهلي رهي هئي، جنوريءَ جا ڏهاڙا هئا. سڄو آڳر ڪلر سان، انهيءَ اڇو ٿي ويو هو ڄڻ ته رات جو برف وسي هجي. عرفان ٿڌ جي ڪري سڄو ڏڪيو پئي، پراڻو اجرڪ ڪلهه کي ويڙهيائين ته به ڏڪڻي بند ڪو نه ٿيس، هو سڌو نلڪي ڏي ويو. نلڪي جو پاڻي به رات جي ٿڌ تي ٺري ٺڪرا ٻڌجي ويو هو. گهڻي گيڙڻ کان پوءِ هٿ منهن ڌوئي ڪبٽ مان راتوڪي ماني ڪڍي کائڻ ويٺو ته ماڻس اندران چيس ته "ابا بيهه ته ماني ٽڪر سيڪي ڏيانءِ. انهيءَ پاروٿي، سڪل ماني ودي، ٽريءَ مان ڪيئن ٿهندئي"؟

"بس امان، دير ٿي ٿئي، دير سان ويندس ته اخبارون ٿوريون ملنديون، ۽ ٻيا ڇوڪرا سوير اچي وڌيڪ کڻي ويندا."

آخري گِرهه چٻاڙيندو، ڏڪندو ڏڪندو اخبارن واري آفيس روانو ٿيو. آفيس پهچي عرفان ڏٺو ته اڃان ڪو به ڇوڪرو ڪو نه آيو آهي، ۽ پنهل جيڪو اخبارن جو ٺيڪيدار هو، اهو به ڪو نه هو. عرفان پٽ جي ور وٺي. ڪٻو ٿي گوڏا منهن ۾ ڏيئي ويهي رهيو. رستي سان ويندڙ همراهه کان ٽائيم پڇيائين، جنهن ٻڌايس ته "سادا ڇهه ٿيا آهن.

ٽائيم ٻڌي عرفان عجب ۾ پئجي ويو ته هي وقت ته اخبارون به

اچي ويندين آهن، پر اڄ تہ استاد پنهل بہ اڃان ڪو نہ آيو آهي، ايتري دير ۾ سعيد ۽ سجاد بہ هڪ ٻئي پٺيان اچي پهتا. جن کي ٻن اخبارن ڪان رڏيڪ استاد پنهل جي نہ اچڻ تي عجب لڳو.

"شايد استاد پنهل بيمار ٿي پيو هجي، ان ڪري ڪو نہ آيو آهي. سعيد، ويهي ويهي تنگ ٿيندي چيو.

"پوءِ ڀلا هلو تہ بلو لائين جي آفيس هلي پاڻ ئي ٿا اخبارون ڪٺي اچون." "اجايو دير ٿئي". عرفان جيڪو سڀني کان سوير پهتو هو تنهن بہ بيزار ٿيندي چيو.

"جيڪا توهان جي مرضي، هلو تہ پوءِ مهل سان هلون. ساجد بہ اٿندي پنهنجي راهہ ڏني.

اهڙي طرح ٽئي ڄڻا ڪلاجي پنڌ ئي پنڌ، بلو لائين جي آفيس ڏانهن راهي ٿيا، رستي سان عرفان وري بيهر ٽائيم پڇيو تہ سوا ست ٿي ويا هئا. چوڙنڪ تي پهتا تہ هن کي پٺيان ڪنهن سڏ ڪيو، منهن ورائي ڏٺائون تہ استاد پنهل تي وڃي نظر پيئي. ٽنهي جي چهري تي مرڪ اچي وئي، هو ڏاڍا خوش ٿيا، ويجهو اچي استاد پنهل کي ساجد چيو تہ "استادا چڱو ٿيو جو اچي وئين، نہ تہ اڄ اسان بلو لائين جي آفيس تائين پنڌ ڪري ڏاڍا ٿڪجي پئون ها."

"بس يار مار پَرِيس، گاڏيءِ اڄ ڏاڍي دير ڪئي اچڻ ۾. چڱو هاڻي جلدي ڪيو، اجايو وقت نہ وڃايو".

انهن ٽئي ڄڻا پنهنجي پنهنجي حصي جون اخبارون ڪٺي جدا جدا رستن سان هوڪا ڏيندا هليا ويا، عرفان جون اڌ کان بہ گهڻيون اخبارون دڪاندارن وٽ کپي وينديون هيون باقي جيڪي بچنديون هيس، اهي بس اسٽاپ تي کپائيندو هو.

بس اسٽاپ تي اخبارون کپائيندي کپائيندي ٻي پهري جي بانگ بہ اچي وئي، عرفان کي ڪجهہ ٿڪ بہ ٿيو ۽ بک بہ لڳي هيس،



تنهنڪري هوٽل ۾ ويهي روهڻي جا بسڪرٽ ۽ هڪ چانهه گهرائي پيتائين.

سرڪاري بس ملڻ جو هارون هنيون ته، عرفان به ان ۾ چڙهي هوڪا ڏيڻ لڳو. "اچي وٺي اڄ جي تازي سنڌي اخبار ڪاوش". سفر ۾ سات ڏيڻ واري ڪاوش ........ اچي وٺي .......... اچي وٺي ڪاوش".

هڪ ماڻهوءَ اخبار ورتي ته پيءُ به ڇڻ ريس تي هڪ ٻني پنيان وٺڻ شروع ڪيون.

بس ۾ ماڻهن جي ڏاڍي رش هئي، صفا پير پائڻ جي به جاءِ ڪا نه هئي. منشيءَ هڪل ڪري چيس ته "اڙي ڇورا، لهه هيٺ تو مان به ڏاڍو تنگ ڪيو آهي، ٻني هنڌ وڃي مرو، اسان جي گاڏيءَ ۾ اچي ڇو پيا آهيو؟"

پر عرفان منشي جي دانهن ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري پنهنجي اخبارن کپائڻ ۾ مگن رهيو. ماڻهو ربا تي وڌندا. نيٺ منشيءَ اچي ٻانهن کان وٺي ڪيس ڇڪي هيٺ لاٿو، ۽ هڪ چماٽ به وهائي ڪڍيائينس. عرفان کي چماٽ جو سيءَ ڪري ڏاڍو ڏک لڳو. اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي آيس، دل گهريس ٻني ته جيڪر منشيءَ سان وڙهي پوي، پر ٻاڻ کي ننڍو سمجهي چپ ڪري ٻي بس ڏانهن هليو ويو. اخبارون به ٻاتي بچيون هيس، جن مان ڪجهه ان بس ۾ ۽ ڪجهه ٻيءَ بس ۾ کپائي گهر ڏانهن راهي ٿيو.

گهر پهچي عرفان ورانڊي ۾ پيل کٽ تي آهلجي پيو. ڪيس ذهن ۾ اڄان به منشي جي چماٽ جو اثر هو، ۽ منشي تي ڏاڍيون جکان ٻني آيس. اڻ سان گڏ ڪيس پيءُ تي به ڏاڍي ڪاوڙ ٻني آيس، جنهن رڳو اسڪول جي في ۽ ڪتابن جي خرچ کان بچڻ خاطر، ننڍڙي عمر ۾ پورهيو ٻني ڪرايس. عرفان کي اهو ڏينهن چڱي طرح ياد اچڻ لڳو،

جڏهن هو صبح جو سوير اٿي ٽيلهو ڪلهي تي ڪري اسڪول ڏانهن ويو ته پٽس ڏڪا ڏيندي چيس. "ڪالهه مان اخبارن واري سان ڳالهايو آيو آهيان ته اڄڪلهه منهنجو پٽ به ٽوڪان اخبارون ڪڻندو. ننهنجي ڪتاب رک ۽ سڌو اخبارن واري کان وڃي اخبارون کڻ.

عرفان جو منهن ئي لهي ويو. ۽ ضد ڪري اسڪول وڃڻ لڳو. جنهن تان پٽس ڪاوڙ ۾ صفا ڳاڙهو ٿي ويو ۽ عرفان کان ڪتابن جو ٿيلهو ڦري ڪٽ تي اڇلي ڇڏيائين. ۽ ٻه چار چماٽون به هڻي ڪڍيائينس ۽ ڪاوڙ مان ڏڪا ڏيندي چيائينس ته "آهين ته نواب جو پٽ جو پڙهي اڪابر ٿيندين. مان آهيان جو سڄو سڄو ڏينهن سائيڪل تي مڇي کڻي ڪڍائي ٿڪجي پيو آهيان ۽ تون آهين جو اسڪول ۾ وڃي ويهي ٿو رهين"

عرفان انهن خيالن مان تڏهن آجو ٿيو جڏهن ماڻس ڪٽ جي پڪ تي ويهي چيس. ڪهڙن خيالن ۾ آهين. اٿي. ماني کاءُ".

ٽڪ ڪري عرفان چڱڪندي اٿيو. هٿ ڌوئي ماني به کائڻ لڳو. ۽ ماءُ سان به ڪچهري ڪرڻ لڳو.

"امان! مان وڏو ٿي، پوءِ به اخبارون کڻيندس".

"نه پٽ! الله تنهنجي قسمت ڀلي ڪندو. مان ماءُ هر روز توکي دعائون ڪندي آهيان". عرفان جي دل رکڻ لاءِ ماڻس آٿت ڏيندي چيو.

"پر منهنجي ته پڙهڻ لاءِ دل گهرندي آهي. پڙهڻ کان سواءِ به ڪا نوڪري ملندي آهي. پوءِ ته مان بس جو منشي ٿيندس". هن وضاحت ڪئي.

ايتري ۾ عرفان جو پيءُ به سائيڪل سوڙهو اچي پهتو. ۽ اچڻ سان عرفان کان پيسا گهريائين. عرفان پنهنجي ڏينهن جي اخبارن جيتري رقم پاڻ وٽ رکي. باقي بچت وارا سمورا پيسا پيءُ کي ڏنا. سندس پيءُ، پٽ جي ڪمائي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. ۽ رال کي چيائين ته "ڏس

ڪمائي ٿو اڄي تہ وٽي بہ ٿو، نہ تہ پٽ وري ٻيو ڪهڙو ڪم ڏيندا آهن.
هو پٽ کي شاباس ڏيندو اندر ڪمري ۾ هليو ويو.

انهيءَ اخبارون کپائيندي کپائيندي عرفان کي ڪيترائي مهينا گذري ويا. ڪڏهن منشيءَ جا دڙڪا ٻڌي ڪاوڙ ايندي، تہ ڪڏهن گراهڪن جون ڇڙٻون ٻڌي مليس. جيڪي سڀ هو صبر سان سهي ويندو هو. ڇو تہ کيس اهو احساس هوندو هو تہ ماڻ اڃان ننڍڙو آهيان.

اڄ سج بہ لڙي ويو هو. پر اڃان بہ سندس اخبارون گهٽيون بچي پيون هيون عرفان سوچيو تہ "جيڪڏهن ايتريون اخبارون بچي پونديون تہ گهڻو نقصان پوندو. ۽ شام بہ اچي ٿي آهي، تنهنڪري ماٺي رهڻي رهڻي ڪٽي کپايان، تہ من کپي وڃن".

واقعي رهڻي رهڻي کپائڻ ڪري ڪافي اخبارون کپي ويس پوءِ عرفان پيسا ڳڻيا تہ ويهہ رپيا بچت ٿي هيس. جڏهن تہ هونءَ چاليهہ رپيا بچندا هيس. باقي پنج اخبارون واپس گهر کڻي آيو. پيءُ کي پيسا ڏنائين تہ پڻس ڪاوڙجي ويو. ۽ چيائينس تہ ضرور تون کپائي آيو آهين. ۽ ماٺي ڪوڙ ٿو ڳالهائين. عرفان رهڻي رهڻي اخبارون کپائڻ جي ڳالهہ کي سچو سمجهي ٿي زور ڏنو تہ، پڻس اڃان بہ مٿس مڇر جي پيو ۽ ڪار مان مار بہ ڪڍيائينس.

ڏهہ رپيا گهٽ بچائڻ تي پيءُ کي ڪاوڙيل ڏسي، عرفان جي اخبارون کپائڻ تان دل ئي کڄي وئي، پر پيءُ ڏينهن تي پيءُ جي مار کان ڊڄي وري بہ اخبارون کپائڻ ويو. پر مزو ئي ڪو نہ پئي آيس، تنهنڪري اخبارون بہ گهٽ پئي کپيس ۽ وري جڏهن اخبارون پئي ڳڻيائين. تڏهن پيءُ جي مار پئي ياد پيس.

اوچتو عرفان جي پريل بس تي وڃي نظر پئي، جيڪا هلڻ لاءِ اڳتي پونتي ٿي رهي هئي. هو ان بس ۾ چڙهي پيو. هوڪر ڏنائين تہ همراهہ سڀ ڪري اخبار ورتس. پيسا ڪڍيائين تہ کيس بہ رپيا ڪليل ڪر

نہ ھئا. تنھن ڪري عرفان پنجاھ رپيا وٺي بس ۾ مٿانھن لڳو. جن مان ٻہ رپيا جھلي، ٻيا پيسا واپس ڪيائين. ايتري ۾ بس اسٽاپ ڇڏي گھڻو اڳتي نڪري چڪي ھئي، عرفان بس جي پيھارڻ لاءِ گيٽ وٽ بيٺي، بس کي ڏڪ ھنيون، پر ڊرائيور بس کي نہ روڪيو. تنھنڪري عرفان ھلندڙ بس مان لھڻ جي ڪوشش ڪئي. ھن جيئن ھيٺ لھڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ سندس ڏنڊي مان ھٿ نڪري ويس، ۽ عرفان ٺاپو کائي بس جي پوئين ڦيٿن جي ھيٺان اچي ويو.

# پختو ارادو

ساجو پنهنجي عادت مطابق صبح جو سوير ننڊ مان اٿي، وهنجي سنهجي تيار ٿي گيرج تي ڪم ڪرڻ لاءِ هليو ويو ته، اوچتو هن جي ڪن تي هوائي جهاز جو آواز پيو. هن جو سڄو بدن پکيءَ جيان ڇرڪي ويو هو، باشون سان نرڙ تان پگهر اگهندي مٿي آسمان ڏانهن ڏٺائين. هوائي جهاز پنهنجي رفتار سان پرواز ۾ محو هو. ساجوءَ تيستائين ان ڏي ڏسندو رهيو. سندس ذهن ۾ پراڻيون يادون تري آيون، ۽ اهي ڏينهن ياد اچڻ لڳس. جنهن ڏينهن هن جو امتحان هو، ۽ هو وهنجي اچي، ماءُ جي پلنگ تي ويٺو هو. ماڻهس ماني پچائي رهي هئي ۽ هي اسڪول وڃڻ لاءِ تڪڙ ڪري رهيو هو ته ماڻهس چيو هيس.

"ابا بس دير ناهي اجهو ٿي ڀاڄي ڪي ماني ڪارايان."

۽ پوءِ هن ماني کائيندي ماءُ کي چيو هو ته "امان! ڀلا مان جي اهو پڙهي لکي ته مان پڙهي جڏهن وڏو ٿيندس، ته پوءِ ڇا ٿيندس؟"

ماڻس چيو ته "پٽ تون ضرور ڪو وڏو ڊاڪٽر ٿيندين. ۽ ان وقت ڳوٺ مان ڪراچي تي ويندس، ۽ منهنجو پٽڙو پنهنجي ڪمزور ماءُ جي دوا ڪندو ته. مان ڏاڍي سرهي ٿيندس".

اوهون، مان ڊاڪٽر، ڊاڪٽر ٿي ماڻهن جي آپريشن يا سيون ڪو نه هڻندس. امان، تو جهاز ته ڏٺا آهن نه. مان ته انهن جو ڊرائيور ٿيندس...!. ۽ پوءِ توکي جهڙي ڪاڏي سان وٺي ويندس .

۽ پوءِ ساجو ماني، جو آخري گرهه چٻاڙيندو، ٿيلهو ڪلهي ۾ وجهي، اسڪول راهي ٿيو هو. مريم پٽ جون اهي ڳالهيون ٻڌي ڏاڍي خوش ٿيندي هئي. ۽ سمورا ڏک هڪ پل ۾ وسري ويندا هيس. ساجو ماءُ جو اڪيلو سهارو هو. هن ڪان پيءُ جو پيار، ان وقت کسجي ويو

هو. جڏهن اڃان هو ٻه ڪي ابا، ۽ ماءُ کي امان ڪري سڏڻ، به ڪو نه سکيو هو. ساجوءَ جو پيءُ سپاهي هو. جيڪو ڌاڙيلن سان مقابلو ڪندي شهيد ٿي ويو هو. پهريان تہ مريم کي معاوضو ڏيڻ لاءِ ڪافي دلاسا ڏنا ويا هئا، پر جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن تيئن پنهنجن جي سهاري سان گڏ حڪومت جا ڏنل دلاسا به ڪوڙا نڪتا. مريم پنهنجن کي خفا ٿيندو ڏسي، دل تي دل ۾ پني پڄرندي رهندي هئي، هن سيني ۾ سهني مائٽن جا سور سانڍي خاموشيءَ سان ساجوءَ جي مستقبل کي سنوارڻ شروع ڪيو هو. ساجو به ماءُ جي اميدن جو پورو پورو پرم رکيو، هو ڪڏهن به ماءُ سان ڪاوڙيو ڪو نه هو. پڙهڻ ۾ تہ ڏاڍو هوشيار هو. ڏينهن رات محنت ڪري، هر سال اسڪول ۾ پهريون نمبر کڻندو هو. ۽ پنهنجي غريباڻي حال مطابق صفائي ۾ بهترين رکندو هو. اسڪول ۾ ڪڏهن به ڪنهن سان خراب نہ ڳالهايائين. ساجوءَ جي اهڙي سلڇڻي طبيعت ڪري ڪيترائي اسڪول جا شاگرد ان جا دوست ٿي ويا هئا. جيڪي وقت سر سندس مدد به ڪندا هئا. ۽ استادن جو به سائس ڏاڍو پيار هوندو هو.

ساجو ماءُ سان نار ۽ نخرا ڪري سوير ئي اسڪول راهي ٿيو. هن امتحان ۾ به هميشه جيان، ساجو پنهنجي محنت سبب سڄي اسڪول ۾ پهريون نمبر کنيون. هن سال شاگردن جي حوصلہ افزائي ڪرڻ لاءِ رکيل انعام ڏنا ويا ۽ هڪ ڪتاب کيس مليو جيڪو هن وڏي فخر سان اچي ماءُ کي ڏيکاريو هو. مائس به پٽ جو ايڏو حوصلو ڏسي ٻهڪي پئي هئي، ڇو تہ سندس من جون مرادون پوريون پئي ٿيون. پٽ جي ذهانت تي نار ڪندي مريم هر ڪنهن سان ساجوءَ جي انعام جو ذڪر ڪرڻ لڳي هئي.

ساجوءَ ان ڪتاب جي هر سٽ کي ورق ورق ٿي پڙهيو. جيستائين ڪنهن جملي جو مفهوم نہ پئي سمجهيائين تيستائين ان جملي



کان اڳتي نہ پڙهي وڌيو. ان چاهيو پئي تہ ان سڄي ڪتاب کي سٺي نموني سمجهي، ان جي ٻڌايل راهہ تي زندگي گذاري. نيٺ ڪتاب بہ پنهنجو رنگ لاتو ساجوءَ جي زندگي ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو. محنت، صفائي، اخلاق، وڏن جو چيو مڃڻ ۽ ادب ڪرڻ تہ هو اڳ ئي سکيل هو، پر هاڻي ان ۾ اڃان بہ واڌارو اچي ويو. ساجوءَ کي ماءُ جي تڪليفن جي بہ سڌ پئجي وئي هئي تہ، ڪيئن نہ ڏينهن رات امڙ محنت ڪري پيٽ گذر ڪرڻ لاءِ لوڙيندي ٿي رهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ ساجو ماءُ کي رات جو رلهيون سبڻ کان روڪيندو بہ هو "امان سموري حياتي اٿيءَ ڪم ڪيو اٿئي، هاڻي تہ ڪجهہ آرام بہ ڪندي ڪر"

"ابا کهڙو ٿي ڪم ڪريان، جيڪڏهن اهو بہ نہ ڪيون تہ پيٽ ڪٿان پالبو، پرائي در تي سوال ڪرڻ کان تہ ڀلو آ. تہ ڪجهہ پنهنجي هڏن مان ڪم وٺجي، ۽ ها جڏهن تون وڏو ٿي نوڪري ڪندين، تہ پوءِ مان پڻ آرام سان تنهن ڪندس، ۽ تون پيو ڪمائي آڻجانءِ".

ساجو ماءُ جو اهڙو جواب ٻڌي ظاهر تہ خاموش ٿي ويندو هو، پر اندر ۾ ماءُ جي ڪرندڙ صحت جو ڏاڍو خيال هوندو هئس، ڇو تہ جهڙي طرح ساجو ماءُ جو اڪيلو سهارو هو، اهڙي طرح ساجوءَ لاءِ بہ ماءُ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ همدرد نہ هو. انهن کي غريب ڏسي سندن مٽ مائٽ پيا لهرائيندا هئا تہ متان ڪڏهن پيسا نہ گهرن.

هن کي اهو ڏينهن بہ چٽو ياد هو، جنهن ڏينهن اونهاري جي سخت گرمي سبب سندس ماءُ کي بخار ٿي پيو هو، ۽ وقت تي سهي، دوا نہ وٺڻ ڪري اهو بخار ويو ٿي جان ۾ جايون ٺاهيندو. ڀلا هجن انهن غريبن وٽ ايترا پيسا جو ڊاڪٽر جي فيس کان سواءِ اسٽور تان دوائون بہ خريد ڪري سگهن تہ دوا بہ ڪرائي. سندس ماءُ بہ پنهنجي دل کي دلاسا ڏيندي هئي تہ اڄ نہ سڀاڻي خوش ٿي ويندس. پر تپ مائس جي جان نہ ڇڏي ۽ هڪ ڏينهن، بخار ٻاهہ سان گڏ مائس جو ساهہ بہ ورتيون ويون،

۽ اهڙي طرح هڪ پيو سهارو به ساجد کان کسجي ويو هو. ساجد ان ڏينهن کان پاڻ کي لاوارث ۽ يتيم محسوس ڪيو هو. هن جو سڀ ڪجهه ته ماءُ هئي، جيڪا هن کان هميشه لاءِ رسي وئي.

ماءُ جي اوچتي موت هن کان سڀ ڪجهه ڦري ورتو هو. اچ نه هن وٽ صفائي هئي ۽ نه ئي وري پڙهڻ پر چاهه هيس. بس سڄو ڏينهن غم، بک، اڪيلائپ ۽ خاموشيءَ پر گذارڻ لڳو هو. ساجد جي بي وارث بڻجڻ تي ڪنهن به مائٽ کي ڪهڪاءُ، ۽ احساس ڪو نه ٿيو، جو ساجد جي ڪو مدد ڪري ها، ۽ سندس مٿن پر ساڻڊيل سهڻ جي ساپيان لاءِ ڪو سهارو بڻجي ها.

ساجد کي ماءُ جا اهي چيل لفظ بار بار ياد اچڻ لڳا ته "ابا پرائي در تي سوال ڪرڻ کان پلو آ ته پنهنجن هٿن مان ڪم وٺجي".

ساجد به پنهنجن مائٽن کان ڪڏهن به سوال نه ڪيو هو. هو سڄو ڏينهن موٽر سائيڪلن جي گريج تي ڪم ڪرڻ لڳو هو. ساجد کي اتان به ويلا ماني ۽ ٻه ٽي رپيا ملندا هئا. ۽ رات جي چنن پهرن مان جيترو وقت جاڳندو هو ته ماءُ کي سنڀالي پيو روئيندو هو.

اڄ جيئن ساجد جهاز کي ڏٺو ته وري شوق جاڳيس، ۽ دل پر پڪو پهه ڪيائين ته امڙ سان ڪيل واعدو ضرور نڀائيندس. هن جي ذهن پر هڪ ترڪيب سجهي آئي ته جو نه صبح جو اسڪول پڙهڻ وڃان ۽ شام جو گريج تي ڪم به سکهان. ساجد اها ڳالهه پنهنجي استاد سان ڪئي، جنهن به ساجد تي ترس کائي رضا خوشيءَ سان ڪتابن ۽ اسڪول جي فيس وغيره جو خرچ پڪو پاڻ تي ڪنيون. ساجد ذهين ته اڳ ئي هو. ويتر جو رات جو دير دير تائين پيو پڙهندو هو. ته وري به اڳ جيان پهريون نمبر کڻڻ لڳو. انهي وقت ويو ٿي گذرندو ۽ ساجد به اسڪول مان ڪاليج ۽ ڪاليج مان يونيورسٽي ۽ يونيورسٽي مان پاس ٿي نڪتو. سندس ڀاڳ به اهڙو ڦاٽو جو نوڪري به جلدي ملي ويس. نيٺ پنهنجي مقصد سان لڳاءُ ۽ منزل ماڻڻ جي جاکوڙ به رنگ لاتو. ۽ ساجد کي جهاز جو پائليٽ (ڊرائيور) بڻجڻ جو آرڊر ملي ويو.

## بري سنگت جو اثر

خليل پيءُ جو اڪيلو پٽ هجڻ ڪري سڄي گھر جو دادلو هو. هن کي نه ڪو چوڻ وارو هو، نه اکڻ وارو. دل گھريس ته گھر جو ڪم ڪار به ڪري. نه ته ڪنهن وڏي جو خيال ڪندو هو ۽ نه ئي وڏي پيرن جو ئي چيو ونندو، ٺهه پهه جواب ڏيندو هو. جيڪڏهن ڪنهن دڙڪو داب ڏنس ته گار جي ريهه پئي پوندس پنهنجا ته جيئڻ. تنهن ڪري صبر ڪري پئي ويا. پر پاڙي وارا سندس آزار کان تنگ ٿي پٽس وٽ دانهين ٻڌي ايندا هئا ته "پنهنجي لاڏلي کي ڪجهه ڪنٽرول ۾ ڪر. نه ته اهڙن ٻارن کي ستارڻ، اسان کي به ايندو آهي."

پٽس کي ته خليل جي شرارتن جي خبر هئي. سو پاڙي وارن کي ايلاز منٿ ڪري پرچائي وجهندو هو. پر اڄ رات سندس پيءُ جي اکين مان ننڊ ته ڄڻ موڪلائي وئي هئي. هو ڪيتري وقت تائين ستارن کي تڪيندو رهيو خليل جي باري ۾ سوچيندو رهيو.........

"خليل جي ماءُ! هاڻي چڱائي انهيءَ ۾ آهي ته خليل کي ڪجهه وقت لاءِ ناناڻي ڇڏي اچون. گھر کان ٻاهر رهندو ته، پاڻ ئي سڌري ويندو." خليل جي پيءُ، زال سان حال اوريو.

"چڱو بس هاڻي بس، پاڙي وارن جي دانهن ڏيڻ ڪري، پنهنجي معصوم پٽڙي کي گھر مان ڪيڏندا. پيءُ جا پار ته ڄڻ ملائڪ آهن، ها!. توهان هيئن ڪر جو خليل کي اسڪول ۾ داخل ڪراءِ. پاڻهي خيال متجي ويندس، ۽ وقت گذارڻ لاءِ وندر به ٿي پوندس." خليل جي ماءُ، پنهنجي پٽ جي ۾ ڪشندي ڪيس ٺهه پهه ورندي ڏني. هن کي به اها صلاح وڻي وئي. هو خليل کي اسڪول ۾ داخل ڪرائڻ لاءِ سوچيندو رهيو ۽ ڪيس ننڊ وٺي وئي.

خير جو ٻيو ڏينهن ٿيو، ۽ خليل کي پيءُ اسڪول وٺي ويو ۽ هيڊماسٽر کي ٻه پارت ڪيائين ته، "اڪيلو پٽڙو اٿم. بس سائين مڙني خيال رکجوس!."

ڪجهه ڏينهن خليل صبح جو سوير اٿي پنهنجي ڪٽي ٽائيم تي اسڪول پهچي ويندو هو، ۽ استاد کان مليل سبق به رات جو دير تائين ويهي پڪو ڪري، پوءِ ننڊ ڪندو هو. استاد به سمجهيو ته خليل ذهين هجڻ سان گڏ محنتي به آهي، ۽ پڙهڻ جو به شوق اٿس. تنهن ڪري خليل تان ڪجهه خيال گهٽائي ڇڏيائين.

صبح جا ساڍا اٺ ٿيا. گهنڊ وڳو. سڀئي ڇوڪرا اسيمبلي ڪرڻ لاءِ اسڪول جي اڱڻ ميدان ۾ اچي ڪٺا ٿيا. ٻيو گهنڊ وڳو. ته عرفان سڀني شاگردن جي اڳيان، هٿ ٻڌي قرآن شريف جي تلاوت شروع ڪئي. ٽيون گهنڊ وڳو ته، ٻه ٻيا شاگرد ترانو پڙهڻ لاءِ اڳيان آيا. ترانو شروع ٿيو ته خليل به منهن هيٺ ڪيون، تڪڙو تڪڙو اچي اسيمبليءَ ۾ بيٺو. اسيمبلي پوري ٿي ته شاگرد جيئن قطار ۾ بيٺا هئا. تيئن ئي قطار ڪيون. پنهنجي پنهنجي ڪلاس ڏانهن هليا ويا. خليل اڃان پنهنجي بنچ تي ويٺوئي مس ته عرفان آيس

"خليل توکي هيڊماسٽر ٿو سڏي."

"ڇو خير ته آهي." هن حيران ٿيندي پڇيس.

اڄ پتا. صفا مار ۾ مري وڃبو، سائين وڏو توتي ڏاڍو ڪاوڙيل آهي."

خليل جو پيلو منهن ٿي ويو، ۽ دل ۾ هيڊماسٽر جي مار جو تصور ڪندو، ڏڪندو، هيڊماسٽر وٽ آيو.

"خليل تون اسڪول ۾ نئون آيو آهين. تنهن ڪري توکي هڪ دفعو ڇڏي ٿو ڏيان، باقي اڳتي لاءِ ٽائيم تي اسڪول ۾ پهچي ويندو ڪر، نه ته ٿي ٿيئي، تنهنجي عمر جا ٻيا ڇوڪرا پنجين درجي ۾ تا

پڙهن، ۽ تون آهين جو هن وقت تائين رول پالئيءَ ۾ وقت وڃائي ڇڏيو اٿئي، چڱو هاڻي وڃ آئينده اسيمبليءَ ۾ اينلو ڪر. سمجهيئهءِ."

خليل ته هن عمر تائين پيءُ جو ڏڪو به نه پٽو هو، تنهن ڪي جو هيڊماسٽر هيڏا سارا ڏڪا ڏنا. ته هن جو پڙهڻ تان رهيو کهيو ارواح ني ڪجي ويو. گهر مان ته هو هر روز ڪتاب ڪڻي اسڪول لاءِ نڪرندو هو، پر ڪتابن جو ٿيلهو بغل ۾ هنيون سڄو ڏينهن وتندو هو. شهر ۾ ڦيريون پائيندو. ڪڏهن ڪڏهن ته ڏنارن سان گڏجي، شهر جي ٻاهران واهه ۾ وهنجڻ لاءِ به، ويندو هو. پيءُ ماءُ خوش ته اسان جو سڪيلڏو پڙهڻ لاءِ ويو آهي، ۽ جڏهن موڪل جو ٽائيم ٿيندو هو، ته خليل به ٿيلهو لوڏيندو گهر اچي لڪاءُ ڪندو هو.

چوندا آهن ته "نياڳو، نياڳي ڪي سوَ ڪوهه تان ڳولهي لهي سو خليل به دوستي رکڻ لاءِ پاڻ جهڙي نئر نياڳي، انور کي ڳولهي لڌو. جنهن خليل ۾ ٿوري ٿوري چوري جي به عادت وڌي، شروع شروع ۾ ته، خليل گهر مان پيءُ ماءُ جا پيسا چورائي، انور سان گڏ. ڪجهه پيسن جي شيءِ ۽ ڪجهه پيسن جا سگريٽ وٺي ڇڪيندو هو. پر جڏهن خليل جي ان عادت جي خبر گهر وارن کي پئجي وئي ته اهي پنهنجا پيسا سنڀالي رکڻ لڳا. جڏهن خليل کي پيسا هٿ نه ٿي آيا ته وري هن گهر جو ان ڪڻي دڪان تي وڪڻڻ شروع ڪيو.

منجهند جا ٻه ٿي رهيا هئا. ڪانوَ جي اک ٻني نڪتي، خليل جي ماءُ ۽ پينرون گهر جو ڪم ڪار لاهي، ڪمري ۾ وڃي ستيون هيون. خليل به ماني کائي کٽ تي آهلجي پيو. پر اک ٽيڙ ڪيون، ماءُ کي ٻني ڏنائين، ته ننڊ ڪري وئي آهي يا نه...... جڏهن خليل ڏٺو ته سندس گهر جا ڀاتي آرام ۾ آهن، تڏهن اٿيو ۽ آهستي آهستي ڪمري مان نڪري، سڌو ان جي گنديءَ مان ان جو جهول ڀري کڻڻ لاءِ دڪان تي ويو. اتان ڪجهه شيءِ، ۽ باقي پيسن جا سگريٽ وٺي، انور کي

گهراڻ سڌ ڪري، هُني ڇڏا سگريٽ پيئڻ لڳا. هن کي اهو سگريٽ پيئندي ڪيترو ئي وقت گذري ويو هو. هاڻي خليل کي رات جو کنگهه به شروع ٿي وئي، پر هن سگريٽ ڪو نه ڇڏيا. ويتر ڏينهون ڏينهن وڌيڪ ڇڪڻ لڳا. خليل کي کنگهه به ڏينهون ڏينهن وڃي ٿي وڌندي. هو کنگهي، کنگهي ساڻو ٿي پوندو هو. کنگهڻ وقت سندس منهن ڳاڙهو ڳتل ٿي پوندو هو ۽ اکيون نڪري اينديون هُنس. نيٺ خليل کي ڊاڪٽر وٽ وٺي آيا. ڊاڪٽر خليل کي چڪاسيو ۽ ڪيس کنگهندو ڏسي، سندس پيءُ کي صلاح ڏنائين ته "خليل کي ٽي بيءَ جي اسپتال ۾ داخل ڪراءِ." ڊاڪٽر جي اها ڳالهه ٻڌي، خليل سميت سڀني وائڙا ٿي ويا. سندس پيءُ خليل جي علاج ڪرائڻ ۾ گهٻرايو ته ڪو نه پر خليل تي ٽي بي ايترو ته ڪنٽرول ڪري ورتو، جو خليل کنگهندي کنگهندي هڪ ڏينهن مري ويو.

# محنت جي مُوڪ

منجهند جا سادا ٻارنهن ٿيا. هڪ ٻالڪ گهنڊ وڄائي، رسيس جو اعلان ڪيو. سڄي اسڪول ۾ شور مچي ويو. استاد ڪلاسن مان اٿي ٻاهر ڪلاجي ڪچهري ڪرڻ لڳا. ٻار ڊوڙندا، ڪاڪي الوءَ کان ڇولا وٺڻ لڳا. ته ڪي ورري راند روند ۾ مشغول ٿي ويا. مطلب ته ساري اسڪول ۾ ٻارڙن جو گوڙ هو. جمن به ڇولن جو ٿالهه، هڪ پاسي کان رکيون ويٺو هو. هو پنهنجون معصوم نگاهون ڪٽي، انهن ٻارن کي ڏسي رهيو هو. جيڪي ڪاڪي الوءَ کان ڇولا وٺي رهيا هئا.

جمن جو امو لتاءُ ڏٺو ته سنڌس، اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. ۽ مٿي آسمان ڏانهن منهن ڪري، جڻ دل ئي دل ۾ الله کان پڇي رهيو هو ته،

"اي منهنجا مالڪ، هي ڏسين ٿو! جو مون مسڪين کان ڇولن وٺڻ لاءِ ڪو به تيار نه آهي. ۽ سڀئي ڇولا وٺڻ لاءِ ڪاڪي الوءَ جي ريڙهيءَ تي ٻارن جو انبوهه لڳو پيو آهي". اي منهنجا پالڻهارا. انهن کي ڪا ته سمڪ ڏي جو منهنجا به ڇولا آهن، ۽ مون کان به وٺن."

جمن اڃان انهن ئي خيالن ۾ هو ته وري گهنڊ وڳو، ۽ سڀ ٻار پنهنجي پنهنجي ڪلاسن ڏانهن واپس وڃڻ لڳا. جمن ٻارڙن کي واپس ويندو ڏسي، هڪ ٻار کي سڏ ڪري چوڻ لڳو. "ٻاٻوا، منهنجا به ته ڇولا آهن. ڪاڪي الوءَ وٽ، ته چٽڻي به ڪونه آهي، پوءِ به مونکان ڇولا ڇو نه ٿا وٺو؟".

هن ٻار جلديءَ ۾ ورائيس ته، سائين جهليو آهي، ته ان کان ڇولا نه وٺو ڇو جو، اهو ٻار آهي، ۽ سنا ڇولا ڪونه ٿو رڌي اچي."

"پر ٻاٻو ڪالهه ته تنهنجي استاد، ٻاڻ به مون کان ڇولا کارايا



هئا. ڏنو هئي نہ، جو پيسا گهريا هيا مانس، تہ ڏوڪڙ ڏيئي، واپس ڪيو هيائين. شايد ان ڪري اوهان کي روڪيو اٿائين".

جمن ساڳي نماڻائيءَ سان ڪيس ڳالهہ ٻڌائي. پر اهو ڇوڪرو سواءِ ورندي ڏيڻ جي هليو ويو. ۽ جمن پيهر بہ دل ئي دل ۾ پنهنجي خالق کي ٻاڏائڻ لڳو تہ، "آءٌ هن دنيا جا ڌاڙيلن مون معصوم، تنهنجو ڪهڙو گناهہ ڪيو آهي. جو منهنجي لاءِ هر ڪنهن جي دل ۾ نفرت ۽ ڌڪار وجهي ڇڏيو اٿئي؟. تو ڪالهہ بہ ڏٺو هو تہ، مان شام تائين بازار ۾ بہ ڇولا کپائيندو رهيس، پر سواءِ مُور جي، ٻيو ڪجهہ بہ ڪون بچيو، ۽ باقي ڇولا رات جو ريلو ڪري کاڌا هئاسين. ڇا مون کي انهن ڏکن ڏولاون لاءِ يتيم ڪيو ٿئي؟. منهنجو بابا تہ پنهنجي حق لاءِ وڙهي شهيد ٿيو هو. ڇا تنهنجي گهر ۾ جيڪڏهن ڪرڻي ڪاٺ هڻي ها تہ تون چُپ ڪري ويٺو ڏسين ها؟ منهنجي بابا کي بہ چورن ئي ماريو هوا. ڇا شهيدن جي اولاد جو اهوئي ورثو ۽ ميراث هوندو آهي؟."

اڄ الائي ڇو، جمن کي ٻن سالن جي پراڻي ڳالهہ ياد پئجي وئي هئي، هو پنهنجي بي وسيءَ ۽ بي ڪسيءَ تي ايترو تہ رنو جو ميرن ڪپڙن تي سنڌس ڳوڙها ڪِري مٽيءَ جي ڪاري جهڙا ٿي پيا هئا.

رسيس ڪان پوءِ ڪاڪو الو ريڙهيءَ کي ڌڪي وچي انگريزي اسڪول آڏو جهليندو هو. ان ڪان پوءِ جمن جا ڪجهہ ڇولا کپندا هئا. ۽ ڪجهہ بچي پوندا هئس. شام جو جڏهن ٿڪجي پوندو هو تہ موٽي گهر ايندو هو ۽ رات جو ماءُ سان سور سليندي، هو پنهنجي مٺڙي ۽ معصوم آواز سان ماءُ کي چوندو هو تہ "امان! جنهن ڏينهن استادن کي ڇولا ڏيندو آهيان ۽ پيسا ڪونہ گهرندو آهيان، تہ منهنجا ڇولا رسيس ۾ ئي کپي ويندا آهن، ۽ جنهن ڏينهن ماسترن کي ڇولا نہ ڏيندو آهيان، يا وري ڪانئن پيسا گهرندو آهيان، تہ ان ڏينهن منهنجا ڇولا بچي پوندا آهن ۽ رات جو ريلو بہ انهن تي ڪندا آهيون. امان!، ٻڌاءِ اهي ٻاڙي

---



وارا پلا روز گرشت، ۽ مچي ٿا ڪاٿي ۽ اسان چو نہ ٿا ڪائون؟؟."

ماءُ انهيءَ ٻالڪ جا اهي درد ڀريا لفظ ٻڌي پنهنجي ڳوڙهن کي روڪيندي چوندي هيس، تہ "پٽ!، ٻاڙي وارن جا گهر ڏٿي نوڪريون ڀ آهي، ۽ اسان غريب آهيون". پوءِ جمن چوندو هيس تہ "امان!، جيڪڏهن مان بہ نوڪري ڪيان تہ پوءِ اسان بہ اهڙا ڪاڏا ڪائيندا سين".

۽ ماءُ کيس چوندي هئي، تہ ابا اهي پڙهيل لکيل آهن، ۽ تون اڃان ننڍو آهين. پيو تہ تون پڙهيل بہ ڪونہ آهين، توکي نوڪري ڪير ڏيندو. اسان تہ بس اهڙي حال بہ ٻي الله جو شڪر ڪندا رهنداسين". تہ "پوءِ پلا مان پيو ڪجهہ ڪندس" هي وري ماءُ کي چيو.

"تہ پچا نہ! اهي بہ ٽي رهيا تہ پچائي اڇيہ ٿو، مڙئي پيو گذر ٿئي، ۽ تہ مان اڪيلي جٿي ڪيتي گهر هلائيندس، ٻاڙي وارن بہ غريب ڏسي دلهيون سبرائٽ بند ڪيون آهن." ماڻس کيس مٿي تي هٿ گهمائيندي چيو.

"امان! مان جڏهن بازار مان ريندو آهيان، تہ ڪاڪو دين محمد درزي ڏاڍي پيار مان چوندو آهي، "ڪيترا ڏاڍا چولا ڪپائيندين؟ مون وٽ رهہ تہ درزڪو سيکاريانءِ". جمن ماءُ کي درزڪ واري ڳالهہ ٻڌائي.

"تہ تہ جمن! ڀلي تہ سکجانءِ، تون چولا ٻي ڪپاءِ، جڏهن وڏو ٿئين تہ پوءِ پيو ڪجهہ سکجانءِ" ماءُ هن کي حجب مان چيو.

پر جمن جي دل چولي کان صفا ٽکي ٽي ٻي هئي، هو ماسترن جو ڦلر سڀي سڀي سائو ٽي پيو هو، آخر بہ تہ ٻار هو، سو پنهنجي ضد تي چڙهيو هو، سو ڪتي پيو مڙي، ماءُ کان ضد سبب ٻي ٻاسي منهن ڪري سمهيو پيو، ماڻس بہ سندس دل رکڻ لاءِ نيٺ اجازت ڏني، ۽ چيائينس تہ "سيائي چولا ڪٽي رج، ۽ درزڪ کي بہ چئہ تہ اسين غريب آهيون، ۽ تون رڳو رهيو خرچي ڏيندين، ان مان اسان جو گهر

کيئن هلندا؟ جيڪڏهن ٻه چار رپيا ڏين ته پوءِ مان ڪو ورت ڪم سکان."

صبح جو سوير جمن چولن جو ڳالهه مٿي تي رکي نڪتو. اڄ هو اسڪول جي بدران، درزيءَ وٽ ويو. کيس چيائين ته "ڪاڪا، توکي خبر آهي ته اسان غريب آهيون، ۽ هن چولن تي پيا گذر سفر ڪريون.

جيڪڏهن تون ٻه چار رپيا ڏيندين ته تنهنجي مهرباني ٿيندي، مان ڪم به سکندس، ۽ اسان جو گذر سفر به ٿيندو، ۽ چولن کپائڻ کان به جان ڇٽي پوندي."

دين محمد، جمن جون اهي ڳالهيون ٻڌي حيران به ٿيو ته سندس دل ۾ رحم به آيس. جمن کي ڪراڙي پاڻي، کيس هانو ڪار ڪني، پوءِ هر روز جمن درزي وٽ اچي ڪم سکڻ لڳو. اهڙي طرح جمن کي ٻه ٽي رپيا ملي پوندا هئا. ۽ چولن کپائڻ کان به بچي پيو. جيڪي سندس هر وقت غم جي دنيا ۾ وٺي ويندا هئا.

جمن پنهنجي ذهانت، هوشياري ۽ سخت محنت ڪري درزائپ جو ڪم جلد سکي ورتو، ۽ ماٺي هر چڱو ڀلو درزي ٿي ويو، ۽ شهر ۾ چڱي هاڪ ٿي ويس، اهي ڪالهوڪا ٻار ۽ اڄ جا آفيسر جمن وٽان ڪپڙا سبائڻ لڳا، ڪڏهن ڪڏهن جمن انهن کي پنهنجي محنت ۽ غربت جا قصا ٻڌائيندو هو. هو ائين ڪرڻ سان ڄڻ پنهنجي دل تان بار لاهيندو هو، ۽ اڄ جمن روئڻ جي بدران پنهنجي ڪاميابي تي خوش ٿيندو هو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڪاڪو دين محمد مري ويو ۽ سندس سموري دڪان، جمن هلائڻ لڳو. ٿورن ڏينهن ۾ ئي جمن شهر جو وڏو درزي بڻجي ويو، هر ڪو وٽس ڪپڙا سبائڻ لڳو. هڪ ڏينهن جمن جي سهڻي سلائي جي هاڪ ٻڌي انهن ماسترن منجهان، جيڪي سندس ماضيءَ ۾ ڪانئس چولا وٺي پنهنجي لاءِ ڏوڪڙا ڏيندا هئا. هڪ ماستر ڪپڙا وٺي سندس دڪان تي آيو، ۽ ڏٺائين، ته هي ساڳو ئي چولن وارو ڇوڪرو

(جمن) آهي جنهن کي اسان اسڪول ۾ ڇولا کپائڻ ڪوڻ ڏيندا هئاسون. اهو ڏسي ڪيس ڏاڍي حيراني ٿي ۽ لڄي به ٿيو. جمن کي ادب سان مخاطب ٿي چوڻ لڳو ته، استادا، ڪهڙا سلاتي ڪرائڻا آهن. پر مهرباني ڪري جلدي سبي ڏيو." جمن اهو ڏسي اٿي بيٺو. ۽ استاد سان وڏي ادب ۽ احترام سان مليو. استاد جي اکين ۾ شرمساري هئي، ۽ جمن جي اکين ۾ محنت جي ڦل جي چمڪ.

# مان اسڪول پڙهندس!

اهو پهريون پيرو هو، جو منهنجي بدلي ڀَراڙيءَ واري اسڪول ۾ ٿي هئي. اسڪول ڇا هو! ٽي بينچون، هڪ وڏي ٽيبل ۽، هڪ پراڻو موڙو. ڪانءَ سان جڙيل منهه جنهن جا ٻه پاسا کليل، ته ٻه پاسا بند. جنهن مان هڪ پاسو پٿرن سان اوڏيل ته ٻئي پاسي کان ڪانڊيرن جي ڇاري هئي. جنهن تي جهولڻ جي منڊ ۾ گرم هوا کان بچڻ لاءِ هر هر پاڻي هاريندا هئا. ۽ منهه جي اڳيان هڪ وڏي نم هئي. جيڪا سڄي اُڳر تي ڇانوَ ڪيون بيٺي هوندي هئي.

اهو اسڪول منهنجي شهر کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي هو. مان هر روز سائيڪل تي ايندو، ويندو هوس. شاگرد ڪل اٺ ڄڻا هئا. جن ۾ ٻه ڇوڪريون به هيون. انهن مان ٻه پهريون درجو، زرينه ۽ نسرين ٽين درجي ۾، ۽ باقي چار ڄڻا پنجون درجو پڙهندا هئا.

بشير به پنجون پڙهندو هو. هي ڏاڍو ذهين هو. ۽ پڙهڻ جو شوق به گهڻو هوس. هونءَ پڙهڻ جو چاهه ته سڀني ۾ هو. پر بشير ان سان گڏ هوشيار به هو. جنهن ڏينهن مان موڪل تي هوندو هوس، ته بشير سڀني ڇوڪرن کي باقاعدي پڙهائيندو هو. منهنجي هوندي به سڀني جا سبق ۽ ڪورس، اهو ئي پڙهندو هو. اهي سڀئي شاگرد هارين جا ٻار هئا. پر اسڪول اهڙي ته سليقي سان ايندا هئا، ڄڻ اميراڻا ٻار هجن.

پڙهڻ سان ايڏو چاهه ڏسي، مون کي ڏاڍو تعجب ٿيندو هو ۽ پنهنجي شهر وارن ٻارن جو خيال دل تي تري ايندو هو. ڪيڏي نه سهولت آهي شهر وارن ٻارن کي، هر درجي لاءِ استاد الڳ الڳ آهن. پر جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن، ڪو استاد موڪل تي ريو، ته ڄڻ انهن لاءِ عيد جو ڏهاڙو ٿي ريو. خوشيءَ ۾ ٽهڪ ڏيندا، واپس هليا ويندا آهن.

# ماں اسڪول پڙهندس!

اهو پهريون پيرو هو، جو منهنجي بدلي ڀراڙيءَ واري اسڪول ۾ ٿي هئي. اسڪول ڇا هو! نه بينچون، هڪ وڏي ٽيبل ۽، هڪ ڀراٽو موڙو، ڪاٺ سان جڙيل منهه جنهن جا ٻه پاسا ڪليل، ته ٻه پاسا بند. جنهن مان هڪ پاسو پترن سان اوڏيل ته ٻئي پاسي کان ڪانڊيرن جي ڇاري هئي، جنهن تي جهولن جي منڊ ۾ گرم هوا کان بچڻ لاءِ هر هر پاڻي هاريندا هئا. ۽ منهه جي اڳيان هڪ وڏي نم هئي، جيڪا سڄي اُڱر تي ڇانوَ ڪيون بيٺي هوندي هئي.

اهو اسڪول منهنجي شهر کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي هو. مان هر روز سائيڪل تي ايندو، ويندو هوس. شاگرد ڪل اٺ ڄڻا هئا. جن ۾ ٻه ڇوڪريون به هيون. انهن مان ٻه پهريون درجو، زرينه ۽ نسرين ٽين درجي ۾، ۽ باقي چار ڄڻا پنجون درجو پڙهندا هئا.

بشير به پنجون پڙهندو هو، هي ڏاڍو ذهين هو، ۽ پڙهڻ جو شوق به گهڻو هوس. هونءَ پڙهڻ جو چاههُ ته سڀني ۾ هو، پر بشير ان سان گڏ هوشيار به هو. جنهن ڏينهن مان موڪل تي هوندو هوس، ته بشير سڀني ڇوڪرن کي باقاعدي پڙهائيندو هو. منهنجي هوندي به سڀني جا سبق ۽ ڪوڙا، اهو ئي ٻڌندو هو. اهي سڀئي شاگرد هارين جا ٻار هئا. پر اسڪول اهڙي ته سليقي سان ايندا هئا، ڄڻ اميرانا ٻار هجن.

پڙهڻ سان ايڏو چاههُ ڏسي، مون کي ڏاڍو تعجب ٿيندو هو ۽ پنهنجي شهر وارن ٻارن جو خيال دل تي تري ايندو هو. ڪيڏي نه سهولت آهي شهر وارن ٻارن کي، هر درجي لاءِ استاد الڳ الڳ آهن. پر جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن، ڪو استاد موڪل تي ويو، ته ڄڻ انهن لاءِ عيد جو ڏهاڙو ٿي ويو، خوشيءَ ۾ ٽهڪ ڏيندا، واپس هليا ويندا آهن.

جڏهن ته انهن جي نگهباني لاءِ هيڊ ماستر، پيو استاد مقرر به ڪندو آهي، جيڪو انهن کي سبق به ڏيندو آهي. پر اهي ڪٿي پيا ٻي استاد وٽ پڙهن. وارو لڳندن ته چور ڪرڻي جيان پڇي ريندا.

پر مي، جيڪڏهن مان نه ايندس ته به پيا پڙهندا، ۽ صورتخطي لکندا. ۽ اهو پڻ هوندن ته متان استاد اچي، ۽ اسان جو سبق نه گسي وڃي.

هڪڙي ڏينهن مونکي ڪافي دير ٿي رني هئي. پر اسڪول اچي ڏٺم ته، سڀ شاگرد حاضر هئا. ڏاڍو لچي ٿيس پنهنجي ٽوٽائپ تي، ۽ دل ۾ پڪو پهه ڪيم تہ اڳتي اچڻ ۾ ايتري دير نه ڪندس، ۽ بشير کي چيم ته "بشيرا، اڄ ڏاڍو ٿڪل آهيان، تنهن ڪري تون سڀني کي سبق به ڏي، ۽ ڪوڙا به ٻڌين." ۽ مان ٽنگون ٽيبل تي رکي اکيون ٻوٽي ٽڪ پيچڻ لڳس.

بشير سڀني جا سبق ٻڌا ۽ نئون سبق به ڏنائين، ۽ واندو ٿي اچي، منهنجي ٽنگهن کي زور ڏيڻ لڳو، مان اکيون پٽي کيس منع ڪئي تہ "مان شاگردن کان زور ناهيان ڏياريندو، شاگرد رڳو پڙهائڻ لاءِ هوندا آهن، نه ڪو زور ڏيارڻ ۽ ڪام ڪرائڻ لاءِ."

منهنجو جواب ٻڌي بشير جون اکيون پٽجي ويون، ۽ حيران ٿيندي چيائين ته "سائين اڳيون استاد ته اسان کان هر روز واري واري سان زور ۽ مکون هٽائيندو هو، توهان ته اڄ ٿڪل آهيو، جيڪڏهن زور ڏياريو ته، ڇا ٿي پيو؟ هونءَ به شاگرد ته اولاد جي برابر ٿيندا آهن."

"واقعي شاگرد اولاد جي برابر هوندا آهن ۽ اولاد کان زور به ڏيارپا آهن، پر توهان جا امتحان ويجها آهن، تنهن ڪري توهان کي محنت ڪرڻ گهرجي، محنت کان سواءِ پاس ڪيئن ٿيندؤ؟"

بشير جيئن ته مون سان گهڻو ڦري هو، تنهن ڪري وڏو ٽهڪ ڏيئي ڪلندي چيائين: "چو سائين! گهر لاءِ ٽڪ جون رلهيون ٺهرائيون نه

اٿو ڇا، جو پاس نہ ڪندو.......!! ۽ محنت ڪرڻ لاءِ ٿا چئو!"

اڳيون استاد تہ اسان کان امتحاني وارن ڏهاڙن ۾ چوندو هو تہ، اڙي ڇورا!، جيڪڏهن امتحان ۾ پاس ٿيڻو اٿو، تہ سچي هٽايو تہ ڪنهن جي گهر تڪ جون رلهيون ناهيندا آهن. اسان بہ ناپاس ٿيڻ جي ڀؤ کان چوندا هئاسون تہ سائين سيني جي گهرا. پوءِ ڪنهن کي چوندو، 'تہ تون تڪ جي رلهي ٺهراڻي اڇجانہ، تہ ڪنهن کي ريهاڻو پراڻي اچڻ جو چوندو، اهڙي طرح سڀ ڪجهہ نہ ڪجهہ پراڻي ڏيندا هياسونس، ۽ پوءِ سائين سڀني کي پاس ڪري ڇڏيندو هو. توهان کي خبر آهي تہ مون کي الله سائين پيڻ ڏني ڪو نہ، ۽ امڙ ڪڏهوڪو مري وئي آهي، پر ناپاس ٿيڻ ڪري مان بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ پراڻي ڏيندو هيومانس.

شاگرد جي واتان اهڙي ڳالهہ ٻڌي لجي تہ ڏاڍو ٿيس، پر بشير کي ڪجهہ بہ ڪو نہ چيم.

ڪيترائي ڏينهن گذري ويا، مان اسڪول ٽائيم تي ايندو هوس، ۽ ٽائيم تي موڪل ڪري، واپس هليو ويندو هوس، پر صبح جو جڏهن بہ ايندو هوس تہ، رستي سان هڪڙو ٻالڪ ملندو هو، جنهن جي ٻغل ۾ ڪهڙي جو ٿيلهو هوندو هو، محسوس ائين ٿيندو هو، ڄڻ ڪنهن اسڪول ۾ پڙهڻ ويندو هجي.

هڪڙي ڏينهن بشير کان ان جي باري ۾ پڇيم تہ ٻڌايائين:

"سائين اهو ڇوڪرو روزانو شهر بوٽ پالش ڪرڻ ويندو آهي، پڙهڻ جو ڏاڍو شوق اٿس، پر ويچاري جو پيءُ مري ويو، تہ ماڻس وڃي ٻئي ڪاڪي سان شادي ڪئي، هاڻي اهو پنهنجي مامي وٽ رهندو آهي. پهريون تہ اهو مون سان پڙهندو هو، ۽ سائين جڏهن اهو پالش ڪرڻ کان انڪار ڪندو آهي، تہ ان کي مامو ڏاڍو ماريندو آهي، پوءِ سائين اهو دانهون ڪري چوندو آهي تہ، ماما مان اسڪول پڙهندس!" پر سائين ان کي مامو مار ڏيئي، زوريءَ پالش واري ڳوٿري ڪڇائي شهر موڪليندو

آهي. ۽ جڏهن شام جو مون سان ملندو آهي ته پڇا ڪندو آ ته "تون پڙهي ماستر ٿينديں!" ۽ جڏهن مان ڊاڪٽر ٿيڻ جو ٻڌائيندو آهيانس ته ويچاري جي اکين مان ڳوڙها وهي پوندا آهن."

مان بشير کان ان جو نالو پڇيو جنهن ٻڌايو ته سائين ان جو نالو "جمن" آهي، ۽ ان جي مامي جو نالو نور احمد آهي، جيڪو سڄو ڏينهن وڏيري جي اوطاق تي ويلو هوندو آهي.

چڱو بشير، جمن کي چنجانءِ ته سڀاڻي شهر وڃڻ کان اڳ ۾ مون وٽ ضرور اچي.

ٻي ڏينهن بشير سان گڏ جمن به آيو، جنهن جي هٿن ۾ ڪتابن جي ٿيلهي بدران پالش ۽ برش رکڻ جو ٿيلهو هو، مان جمن کان پڇيو ته: "جمن اسڪول ڇو نه ٿو پڙهين!" منهنجو ايترو چوڻ ۽ جمن جو سڏڪن ۾ پوڻ، مس مس وڃي بس ڪرائي مانس. چيائين" سائين منهنجو بابو مري ويو آهي، ۽ امڙ به ڇڏي هلي وئي. مامي کي ته روز چوندو آهيان ته مان به بشير سان وڃي پڙهان، پر مامو مون کي مار ڏيئي، شهر موڪليندو آهي." چڱو جمن تون اڄ وڃ، باقي شام مان تنهنجي مامي سان ضرور ملندس.

اسڪول جي موڪل کان پوءِ بشير ۽ مان جمن جي مامي سان ملڻ وياسين. خوش خير عافيت کان پوءِ مان جمن جي پڙهائي جي ڳالهه ڇوري ته نور احمد، جمن جي نه پڙهائڻ جو سبب ٻڌائيندي، چيو: "پهريان ته مون جمن کي اسڪول داخل ڪرايو هو، ۽ جمن به ڏينهن جو اسڪول ۽ رات جو گهر ۾ پيو پڙهندو هو، پڙهڻ سان ان جو ايڏو چاهه ڏسي مان به خوش ٿيندو هوس. پلا سائين يتيم جي ٻار جو ڀلو ٿئي ته مان ڇو نه خوش ٿيان........!!

پر جڏهن امتحان آيا ته جمن کي اسعاد چيو ته ٽڪ جي رلهي سبراڻي ڏي ته پاس ڪيانءِ. هڪ ته سائين اسان جي گهر ۾ ڪو ٽڪ

جي رلهي ٿاهيندو ناهي، بيو تہ اسان غريب ماڻهو، ايڏا پئسا بہ ڪو نہ هئا . جو ڪٿي ٻئي هنڌان ٺهرائي ماستر جو انگل پورو ڪيون. ان ڪري جمن کي محنت ڪرڻ جي باوجود بہ ناپاس ڪيو ويو، پوءِ مان جمن جي پڙهائڻ کان بس ڪئي، پر ڇوري کي اڃان بہ پڙهڻ جو شوق آهي."

نور احمد ، اڄ مان جمن کي وري پڙهائڻ لاءِ تو وٽ آيو آهيان، جيڪڏهن تون راضي هجين تہ سڀاڻي کان جمن کي اسڪول موڪليندس، باقي مان اوهان کان رلهيون ڪرڻ گهرندس." پهريون تہ نور احمد انڪار ڪيو، پر پوءِ مس مس وڃي مڃيائين . ٻي ڏينهن مان اسڪول آيس تہ جمن بہ آيو هو، جنهن جي اکين ۾ اڄ مايوسي ۽ ڪُرڙهڻ جي بجاءِ خوشيءَ جي لهر هئي، ۽ ڪلهي تي ٻالش جي ٿيلهي بجاءِ ڪتابن جو ٿيلهو هو.

# وطن جي ڪچهري

پيارا ٻارو! مان جڏهن ننڍڙو هيس، بلڪل انهن ٻارڻ جيترو جن جا "گل ڦل" ۾ فوٽا شايع ٿيندا آهن، ته مان بابي ۽ امان کان ٿوري ٿوري ڳالهه تان ڪاوڙجي، گهران نڪري ويندو هئس. اسان جي ڳوٺ کان سڌ پنڌ پري پير جو هڪ گهاٽو وڻ آهي، ان تي چڙهي ويهي رهندو هيس، ۽ سڄو سڄو ڏينهن گهر نه ويندو هيس. پيرن جي منڍ ۾ ان پير جا پير ڏاڍا مٺا ۽ پلا ٿيندا هئا. جيڪي ڪاٺي پيٽ پري چڙيندو هئس. گهر جا ٻاتي مون کي ڳولهي ڳولهي ٿڪجي پوندا هئا پر مان هجان ڳوٺ ۾ ته ڪنهن کان لڀان به نه! سو رات جو ٻاڻ ئي اچي گهر جو در وٺندو هوس. ۽ جڏهن بلب وساڻي کٽ تي سمهي پوندو هوس ته مونکي ان پير تي آزاد ويهڻ ۽ اڏرندڙ پکي ياد ايندا هئا. اتي ڪانوَ به ويهندا هئا ته ڪبوتر به. جهرڪيون به اچي ويهنديون هيون ته ڦوسيون به. ۽ ڳيرا به جهٽ پل اچي ٻڙ سهائيندا هئا. ته بلبليون به اچي ٽڪ ٻچنديون هيون. انهن ۾ مان هڪ ڳالهه جڏهن به ويندو هئس ته ضرور ڏسندو هوس. انهن پکين جو پاڻ ۾ ڏاڍو پيار هوندو هو. جيئن وڏڙا چوندا آهن ته "اڳي امڙ امن هوندو هو جو شينهن ۽ ٻڪري هڪ تلاءُ تان گڏ پاڻي پيئندا هئا". اتي انهن سڀني پکين کي گڏ کهندو ۽ کائيندو ڏسندو هوس.

هڪ ڏينهن اسڪول ۾ مونکي استاد سبق ڪچي ڪرڻ تي ڏاڍي مار ڪئي هئي، ان ڏينهن جيئن ئي رسيس ملي ته مان ڪتابن جو ٿيلهو ڪلاس ۾ ڦٽي ڪري گهر هليو ويس ۽ امڙ کي اچي سائين جي مار جي دانهن ڏنم. امڙ به دل جي هئي نرم سو وٺي استاد کي پراتا ڏيڻ لڳي

۽ چيائين ته ابا، ٻئي اچي ته ٻڌايانس ٿي، توکي جيڪڏهن پڙهائڻو اٿس
ته ان اسڪول مان نالو ڪيرائي، ڪنهن ٻي اسڪول ۾ داخل ڪرائي.

مونکي امڙ جو اهو فيصلو ڏاڍو وڻيو، ۽ سڄو ڏينهن گهر کان ٻاهر ني ڪونه نڪتس، جيڪو ٿي امڙ ڪم چيو اهو جهٽ ۾ ڪري ٻني آيس، نماڻيون اکيون ۽ معصوم منهن ڪري امڙ سان گڏ ويهي ٿي رهيس. منهنجي ان هيناهين ونڻ مان اهو مقصد ڪرڻ هو ته ڪو مان امڙو فرمانبردار ۽ سدورو ٿي ويو هئس. پر مونکي اهو پڌ هيو ته متان، امان به مونڊانهن ڦري نه وڃي ۽ اهو فيصلو مٽائي نه ڇڏي، تنهن ڪري پلو ان ۾ سمجهيم ته اجوکو ڏينهن امڙ جي پڪ ۾ هڪ سدوري ٻار جيان گذاريان.

شام جو بابا آفيس کان ٿڪو ٽٽو، جيئن اچي کٽ تي سٿو ته مان امڙ جي پڪ ۾ ويهي، استاد واري ڳالهه ياد ڪرائي مانس، پر امڙ ڪي ني ڪونه ڏنو، مون ائين سمجهيو ته امان پنهنجي ڳالهه تان گهٽ ڪري ڦري وني آهي تنهن ڪري موگو ٻئجي ڪمري ۾ وڃي ويٺس.

رات جو ماني کائيندي، امان، بابي کي چٺي ڏنو، پر بابا هڪ ني جواب ڏيني ڇڏيو، ته "ٻين اسڪولن جي ڀيٽ ۾ ان اسڪول ۾ پڙهائي ڀلي آهي ۽ اياز کي ان اسڪول ۾ پڙهڻ مان وڏيڪ فائدو ٿيندو." بابا ڳالهايو به ٺني ۽ مونکي به ٺني ڏنائين. مان بابا جي ڳاڙهين اکين کان بچڻ خاطر وس ٻني مسنلو ۽ ڪهو ٿيندو.

پوءِ پلا مني ماستر کي ٺٽ جي ٻارت ته ڪري اچ نه،! نڏٿکو سمجهي سدائين ٿو ماريس پيو. بابا جو اهو جواب ٻڌي امان به ٺڏي ٿي وني.

ٻني ڏينهن ننڊ مان اٿيس نه بابا سڏ ڪري چيو ته "ماني کائي
وٺ ته اڄ مان ٿو توکي اسڪول ڇڏي اچانءِ!

"ها بابا". ڪري مان ماني کائڻ لڳس ۽ دل ني دل ۾ پير جي

وڻ کي بہ سنڀالڻ لڳس، تکڙ بہ ماني کائي، پاسو وٺندو گهر مان نڪري ويس ۽ وڃي ٻير تي چڙهي ويٺس.

هميشہ جيان ان ڏينهن بہ ٻير تي ڪيترائي پکي اچي ويٺا، جيڪي پاڻ ۾ جهٽ ڪن ڪچهري ڪيون اڏري ٿي ويا. ڪجهہ وقت کانپوءِ پري کان بہ طوطا اڏرندا پئي آيا. جيڪي سڌو اچي ٻير تي ويٺا، ويچارا ڏاڍا ٿڪيا هئا. سو انهن جو ٻير ۾ پڪل ڳاڙها ٻير ڏٺا تہ اهي ٽڪيندا ويا ٿي هيٺ ڪيرائيندا. ڪي اڌ ٿي کاڌائون تہ ڪي رڳو ڪوڪرا پئي ڇڏيائون.

جڏهن انهن پنهنجو پيٽ ڀرجي ويو تہ، بہ ٽڙڪائي ٿي ويهي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳا. انهن جي ڳالهين مان اهو پئي لڳو، تہ ڪو گهڻي وقت کان پوءِ پاڻ ۾ مليا آهن. هڪ طوطي، پنهنجي ڏورانهين سفر بابت پنهنجي ساٿي طوطي کي ٻڌايو پئي تہ مان جتي رهندو هيس، اهو سر سبز علائقو هو. اتي هر قسم جا ميوا هوندا هئا. پيٽ ڀرڻ لاءِ گهڻي محنت ڪرڻي ئي ڪو نہ پوندي هئي. هڪ، نہ تہ ٻي وڻ ۾ ڦل تيار مليو ويندو هو. هيڏانهن هوڏانهن جا پکي بہ اچي پيٽ ڀري ويندا هئا. تنهنڪري پري پري تائين اسان جي علائقي جي خوشحاليءَ جي هاڪ هوندي هئي. مطلب تہ ڏاڍو خوش هوندا هئاسون....."

"اوچتو هڪ ڏينهن ان سرسبز ۽ شاداب، آباديءَ تي بازن اچي حملو ڪيو. اسان جيڪي اتي پکي رهندا هئاسون، تن، ڇا ڪيو جو سڀني پاڻ ۾ گڏ ٿي وياسين ۽ انهن ڏارين پکين، جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تياري ڪئي سين، پر اهي ڏاريا پکي وڏا چالاڪ هئا. تن اسان جي ٻڌيءَ ۽ ايڪي کي اهڙي طرح ٽوڙيو جو اسان، انهن ڏارين پکين کي ڇڏي، پاڻ ۾ وڙهڻ لڳاسون. اسان جي انهن ويڙهہ ۽ اختلاف ڪري سارو علائقو ويران ٿي ويو. مون جڏهن ڏٺو تہ انهن هوشيار پکين سان پڄڻ، اسان جي وس ۾ ناهي، سو مان تہ پنهنجي جان بچائي ڀڄي آيس،



۽ هتي اچي ساهہ پٽيو آهي".

پني طوطا ڀاڻ ٻہ ڪچهري ڪري ٽيون ٽيون..... ٽيون.......
ڪندا اڏري ويا. پر مونکي پنهنجو ڀاڻ تي ڏاڍي ڪاوڙ اچڻ لڳي، ۽ مان
پنهنجو ڀاڻ کي ان طوطي جيان ڏڄڻو ۽ بزدل سمجهڻ لڳس، مونکي
پنهنجو ضمير ملامت ڪرڻ لڳو تہ "تون اڻ پڙهيو ۽ جٽ بڻجي پنهنجي
قوم جي ڪهڙي خدمت ڪندي .......؟ تون بزدل آهين ......!"

"نہ نہ مان هاڻي ضرور پڙهندس، ضرور وڏو آفيسر بڻجندس،
پنهنجي قوم جو سڄي دنيا ۾ نالو روشن ڪندس".

خبر ناهي اڃان ٻہ الائي ڇا جو ڇا. بي خياليءَ ۾ پنهنجو ڀاڻ
کي چوندو ويس، نيٺ پنهنجي ذهن کي هڪ جاءِ ڪري ٻير تان لٿس ۽
سڌو اسڪول هليو ويس.

# ڪانون جي ٻڙ تي قبضو

اسانجي ڳوٺ جي ٻاهران، هڪ گهاٽو ٻڙ آهي، جيڪو سدائين ساوو رهندو آهي. اهو ٻڙ نه رڳو هر ايندي، ويندي لاءِ ڇپر ۽ ڇانوَ آهي، پر اتي رات جا چار پهر ڪانوَ به اچي رهندا آهن. جن کي اهو ٻڙ سياري پر ٿڌ کان ۽ اونهاري پر گرميءَ کان بچائيندو آهي، ڪانوَ پنهنجي انهن گهرن پر ڏاڍا خوش ۽ سکيا ستابا هئا. انهن کي پنهنجي ساني ٻڙ تي ڏاڍو ناز هوندو هو، ڪانون کي پنهنجي ٻچن جو مستقبل به روشن نظر ايندو هو، ڇو ته رهڻ لاءِ انهن جي ٻچن کي هڪ پلو پڙ اڳ ئي موجود آهي ۽ ڪانون کي يقين هو ته، اسانجا ٻچا رهائش لاءِ ڪڏهن به ڌڪا ٿاٻا کو نه کائيندا. پيٽ ڀري کائڻ جو فن ته انهن کي صديون اڳ ئي مليل هو، تمام گهڻي چالاڪيءَ سان هو معصوم ٻارڙن کان لولو ڦري اڏري ويندا آهن. ڪانون کي ڪڏهن به معصوم ٻارڙن جي روئڻ تي قياس ڪو نه ايندو آهي، ڦري کائڻ کي هو بهادري سمجهندا آهن. توڙي جو هو سدائين ننڍڙن ٻارڙن کان ئي لولو ڦريندا آهن. انهن ڪڏهن به ڪنهن وڏي ماڻهوءَ کان نه ته لولو ڦريو آهي، ۽ نه ئي وري ڪا ٻي شيءِ ڦري سگهندا آهن. انهن ڪٽي چنبجي ته هو وڏي ماڻهوءَ جي طاقت کان ڊڄندا آهن، ۽ ڪمزورن تي اصل ڪهل ئي ڪو نه کائيندا آهن. سو انهن ڪانوَن جا، ٻڙ جي ڪري جڻ سڀ مسئلا حل ٿيل هئا. ۽ هو بي فڪرا لڳا، رڳو پنهنجي نفسا نفسيءَ پر وقت گذاريندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن ڪانوَ کي ڪٿي اڪيلو کائڻ جي ڪا شيءِ هٿ اچي وڃي ته هُو پنهنجو پيٽ اهڙو ته ڀريندو، جو ڄڻ ته پنهنجي ملڪيت هجيس، ۽ ان پر ٻي ڪنهن به ڪانوَ کي ڪڏهن به شامل ڪو نه ڪندو، ۽ جڏهن گهڻو پيٽ ڀرجي ويندس، ته هو ٻاڻ جهڙو ٻي ڪنهن به ڪانوَ

کي سمجهندو ني ڪو نه. رڳو وڙهسان، وڙهسان پيو ڪندو. پوءِ پل پيو ڪانوَ ڪٺي نه به وڙهيس، پر هُو هر ڪنهن کي پيو ٺونگا هڻندو، جيستائين ڪو چڱي ڀلي چٽَ نه ڪڍندو هيس اوستائين مٿو ڦريل هوندو هيس.

اسان جي ڳوٺ ۾ آچر نالي هڪ ڇوڪرو رهندو هو. جنهن کي ننڍپڻ ۾ لالو پناڻ ڪٺي ريو هو. اڻي وچي آچر جي مٿي ۽ پروَن جا وار ڪرڙي، انهن مٿان الائي کهڙي دوا هڻي ڇڏيائين، جو اڄ تائين ان کي وار ڦٽي ني ڪو نه ٿا. هو ڳنجو بڻجي ريو هو. ڳوٺ جي ڪيترن ني پوڙهن، آچر کي ڏس ڏنو ته ڪانوَ کي ماري ان جي رت، مٿي ۽ پروَن کي هڻندين ته وري نوان سوان ٿي وار ڦٽي پوندني. ان ڏينهن کان آچر کي سدائين غليل هٿ ۾ هوندي هئي ۽ جتي به ڪنهن ڪانوَ کي ويٺل ڏسندو هو ته نشانو وٺڻ لڳندو هو. نيٺ ڪانوَ به آچر مان اچي تنگ ٿيا. هڪ ڏينهن سڀني ڪانوَن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته "هن مصيبت مان جان ڇڏائڻ لاءِ ڪو رستو ڳولهجي. اڻيءَ نه ته جو هڪ هڪ ٿي سڀني بي موت مري وينداسين. تنهنڪري ڪو تڪڙو بلو ڪرڻ گهرجي. جنهن جنهن ڪانوَ جو آچر نشانو ورتو هو، اهي ڪانوَ ته ڏاڍا جذباتي بڻجي ويا هئا. انهن جو خيال هو ته "هاڻي جو هاڻي سڀني ڪانوَ ملي آچر جي گهر تي حملو ڪيون، ۽ گهر ۾ جيڪا به کائڻ جهڙي شيءِ ملي، اها کائي ڇڏيون. جيئن سڀاڻي آچر جن کي کائڻ لاءِ ڪجهه به نه ملي ۽ پوءِ جڏهن بک لڳندن ته پاڻهي گهر جا ڀيا پاڻ آچر کي سمجهائيندا ته اڳتي ڪانوَن سان هٿ چراند نه ڪر".

انهن ڪانوَن ۾ هڪڙو صفا جهونو ڪانءُ به هيو، جيڪو وڏو ڏاهو هو. تنهن سوچي سڀني ڪانوَن کي چيو ته تڪڙ نه ڪريو مان پاڻهي ٿو ان همراهه کي مزو چکايان. جهوني ڪانوَ جا ڪيو جو هڪڙا ڏاهوڪا پنج ڇهه نوجوان ڪانوَ چونڊي، ٻئي ڏينهن تي جيئن آچر گهران

نڪتو تينءَ ڪانوَن اچي همراهه جي تڪڻ کي ورتو. هڪڙي ڪانءُ هيڏانهن اچي سنڌس تڪڻ کي ٺونگو هڻي ٿي ڪڍيو، ته ٻئي وري ٻئي پاسي کان حملو ٿي ڪيو. نيٺ آچر جي تڪڻ رت سان ڳاڙهي ڪري وڌائون. پوءِ ته آچر خان اهڙي جان بچائي ڀڄي ويو جو ته گهران نڪتو ئي ڪو نه هو. وري ڪڏهن به ڪانوَن کي تنگ ڪرڻ جو نه سوچيائين. ان ڪاميابيءَ تي ڪانوَ ڏاڍا خوش ٿيا ۽ جشن ملهائڻ لڳا. ۽ وري ٻيءَ الڳ ٻڌجي زندگي گذارڻ لڳا. وقت ويو ته ٿي ريل ڪار جيان ڊڪندو. ڪيترائي ڪانوَ پنهنجي موت مري ويا ۽ ڪيترا ته وري بجليءَ ۾ ڦاٿي مئا. اهو ڏاهو ڪانوَ به پنهنجو وارو وڄائي ويو. انهن پوڙهن ڪانون جي جاءِ پوين اچي ورتي، پر ڪٿي تا اهي وڏن جي ليٺ پري سگهن....؟

ويجهڙائيءَ جي ڳالهه آهي ته چيرن ۽ چمڙن جو پاڻ ۾ ڏاڍو جهيڙو ٿي پيو هو. انهن هڪ ٻي جا ڪيترائي ٻڪا ۽ پوڙها ماري وڌا هئا. چيرا جيئن ته چمڙن کان ڏاڍا هئا. تنهنڪري سدائين چمڙن کي ماري ويندا هئا. چمڙن جي اهڙي ته بري حالت ٿي ويئي، جو ڪانوَن کي به انهن تي رحم اچڻ لڳو. نيٺ ڪانوَ به ان پراڻي جهيڙي ۾ وچ پيا. ڪانون کي چيرن وڙهندي ڏٺو ته هُو فيصلو ڪرڻ لاءِ راضي ٿيا. نيٺ ڪانون جي ڪري، ويچارن چمڙن جي جان بچي ويئي، چمڙن ڏٺو ته ڪانوَ ڏاڍا رحمدل آهن تنهنڪري هڪ هڪ ٿي ڪانون جي ٻڙ تي ڏينهن جا چار پهر رهڻ لڳا. جو ته هو رات جو شوق شڪار تي نڪرندا هئا. ان هڪ هڪ ٿي اچڻ جي رفتار به هٽي وڃي هندَ ڪيو ۽ جڏهن چمڙا گهڻا گڏ ٿي ويا. ته وري ڪانون ۽ چمڙن ۾ جنگ شروع ٿي ويئي، جو ته چمڙا ڏينهن جو ٻڙ تي ايندا هئا. ۽ هورڀان ڪانوَن جي ٻچن کي تنگ ڪندا رهندا هئا. جنهن تان پاڻ ۾ جهيڙو به ٿي پوندو هيو، پر چمڙا جيئن ته ڏاڍا چالاڪ ۽ ويڙهاڪ هئا. ۽ ڪانون ۾ ان وقت ڪو به وڏو يا ڏاهو ڪانءُ ڪو نه هو، جيڪو پنهنجي ڏاهپ ۽ چالاڪيءَ سان

ڇمڙن کان پنهنجي ٻڙ کي آجو ڪرائي سگهي.

ڪانون رڳو ڇمڙن جي، ان ظلم خلاف احتجاج ڪندي، سڄي ڳوٺ مٿان ڪان......... ڪان......... ڪرڻ شروع ڪئي.

نيٺ هڪڙي ڏينهن ڇمڙن جي سردار، ڪانون جي چڱي مڙس کي چيو تہ "هاڻي هيئن ٿا ڪريون جو ٻڙ کي ٻن حصن ۾ ٿا ورهايون. سڄي پاسي وارو حصو اسانجو، ۽ ڪبي پاسي وارو حصو اوهانجو. باقي پيليا. اما ڪان ڪان..... ڪان، ڪرڻ ڇڏي ڏيو."

ڪانون جي سردار ۽ ٻيءَ ڪي اها ڳالهہ ڪو نہ وڻي، چيائون تہ "هو اسان سان سراسر ظلم ۽ ڏاڍائي آهي، اسان اهو فيصلو ڪنهن بہ حالت ۾ قبول ڪو نہ ڪنداسين."

"اڄ يا سڀاڻي نيٺ اسان جو بہ وارو ايندو ۽ توهان جون هن ٻڙ تان ضرور پاڙون پٽينداسون. اسان توهان سان ڇڱائي ڪئي، پر توهان رهنلو اسانجي جان جا دشمن ٿي پيا آهيو. اسان احتجاج ڪندا رهنداسين ۽ ڪانون جي سڄي قوم کي متحد ڪري توهان سان ضرور مقابلو ڪنداسين. تيسين اسين ڪان..... ڪان..... ڪندا رهنداسين".

# جيت اسان جي ٿيندي

ٻيارا ٻارؤ! چوندا آهن ته "ٻاڙو نبين کي به پيارو هو". ۽ اسان جي حضور صلعم جن به ٻاڙي وارن سان سٺي نموني هلڻ جو حڪم ڪيو آهي، اڄ مان توهان کي پنهنجي ٻاڙپڻ جي ڳالهه ٿو ٻڌايان جيڪو چڱي وقت کان منهنجي ٻاڙي ۾ اچي رهيو آهي. اهو ٻاڙپسري ايڪو ته شرارتي آهي جو ايترن ڏينهن ۾ هڪ ڏينهن به آرام سان نه ويٺو. ڏينهن رات سڄي ڳوٺ ۾ نفرت ڦهلائڻ لاءِ وتندو آهي هر ڪنهن سان ابتا سبتا احوال ڪندو.

ٿيو هيئن جو اسان جو ڳوٺ پروارن ڳوٺن کان وڌيڪ سهڻو ۽ خوشحال هوندو هو. ۽ اسان ڳوٺ وارا به سڀ پاڻ ۾ ڏاڍا خوش هوندا هئاسون. مطلب ته اسانجي ڳوٺ ۾ مزو ۽ بهاري هوندي هئي. وڏڙا ڏينهن جو ڪم ڪارن، ۽ رات جو ڪانيو ڪڍي ڳوٺ جي وڏي اوطاق ۾ ويٺا. هڪ ٻئي سان سڄي ڏينهن جا حال احوال اوريندا هئا. تان جو ڪُڪڙ ٻانگون ڏيندا هئا. ۽ پوءِ هرڪو پنهنجي گهر راهي ٿيندو هو. ۽ وري صبح جو برچڻ ڪلهي تي رکي، هرڪو پنهنجي ڪرت کي وڃي لڳندو هو. ڏک ۽ ڳڻتيءَ جو ته نالو نشان ئي ڪونه هو. ڪنهن کي به ڪنهن سان شڪايت ڪونه هوندي هئي. ڇو ته سڀ ئي هڪ ٻئي جو تمام گهڻو خيال رکندا هئا. پلا هڪ ٻئي جي عزت ۽ احترام ڪن به ڇو نه، هوندا هئاسون سڀ پاڻ ۾ هڪ ئي قبيلي وارا. ڏاريو ته ڪير ئي ڪونه، جو ان سان ٻياني رکون ۾ جيڪڏهن ڪي پاڻ ۾ اٽڪندا هئا ته، ان ئي وقت انهن جو ناهه ڪرائي ڇڏيندا هئاسون.

اسان جو ڀان ۾ ايڏو پيار، ميٺ ۽ محبت، همدردي ۽ ٻڌي پڪ

وارن ڳوٺن کان ڏني ڪانه ٿي پڳي، جن اسانجون اندران ئي اندران پاڙون اکيڙڻ شروع ڪيون، ۽ اسان ۾ نفرت جو اهڙو ته ٻج ڇٽي ڇڏيائون، جو اسان هڪ ٻئي پٺيان ڪات ڪهاڙا کڻي، پنجي ويا سين. ڪاڏي ويو قرب ته ڪاڏي وڃي سڪ، ۽ اهڙي طرح اسان هڪ ڌر مان ڦري ٻه ڌريون ٿي وياسين هڪ ڌر ڪي ٻي ڌر وارن جو منهن نه ٿي وڻيو ته ٻي ڌر ڪي ٻيهرين ڌر وارن جو منهن نه ٿي وڻيو.

نيٺ هڪ ڏينهن اسان جي ڳوٺ ۾ جهيڙو ٿي پيو ۽ رت جي راند کيڏي وئي، سارو ڏينهن، ٺڪاڻ واري عيد جيان اسان جي ڳوٺ ۾ بندوقن جا فائر هلندا رهيا. حقيقت ۾ اسان جي ڌر وارن همراهن انهن سان نا انصافي ڪئي، ڪيترائي انهن جا مڙس ۽ زالون ماري وڌائون، پر اسان جا وڏڙا ويچارا مڙڻ ئي ڪونه. ڪير انهن کي سمجهائي ته، پنهنجا پيا مڙس ماريو، آخر جڏهن پاڻي ڪڪن کان ٻه متي چڙهي ويو، ته ٻئي ڌر جا همراهه جيڪي بچيا هئا، سي پنهنجا ننگ وٺي راتو رات ڳوٺ ڇڏي هليا ويا. مارڻ وارا به پاڻ، ته پٽڻ وارا به پاڻ.... ا رت، رت کي ٿي کٽو ڪيترائي ڏينهن اسان جي ڳوٺ مان رت جي بوءِ ئي ڪانه ٿي وئي. جڏهن ٻي ڌر جا همراهه هتان ويا ئي ته اوڇنگارون ڏئي ٿي رنا. ۽ وڏي آواز سان پئي چيائون ته "اسان کان اباڻن جا ڪک نه ڇنو، اسان کي پنهنجي پناهه ڏيو. پنهنجا آخر پنهنجا اٿو". ۽ وڏا وڏا واسطا وجهي پاڏايائون ٿي ته، "اسان کان اهي رستا، پيچرا، ۽ گهٽيون جدا نه ڪريو جن مٿان صدين کان اسان جا ابا ڏاڏا گهميا ۽ ڦريا آهن".

پر اسان وارن وڏن ۾ جنون حد کان وڌيڪ هيو، سو ريندي ريندي به انهن جا راڳا لاهي ڇڏيائون.

پيار ۽ پاپوهه جي وستي نفرت جو آکاڙو بڻجي وئي. جنهن سونهن، سيپتا ۽ ميٺ محبت جي ڪري هيءَ وستي ملڪان ملڪ مشهور هئي، سا اجڙي برباد ٿي وئي، اڳي جيڪي هڪ ٻي کي ڏسي

ڪيرون ڪيرون پيا ٿيندا هئا. سي هڪ ٻئي کان خوف کائڻ لڳا.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اسان جي پرواري ڳوٺ ۾ به اهڙي ئي قسم جا واقعا شروع ٿيا. جتان جي هڪڙي ماڻهوءَ، اسان جي اختلافي مان فائدو وٺندي، اچي اسان جي ڳوٺ ۾ پناهه ورتي، ۽ چيائين ته "مان به توهان جو، دين جو ڀاءُ آهيان. جيڪڏهن مهرباني ڪريو ته مون بدنصيب کي به هن ڳوٺ ۾ ڪنهن ڪنڊ پاسي سان رهڻ جي اجازت ڏيو. مان توهان سان ڀاءُ ٿي رهندس. توهان سان هر ڏک ۽ سک، ريت ۽ رسم ۾ گڏ هوندس. مون تي رحم ڪيو. منهنجا ننڍڙا ٻچڙا آهن. توهان وٽ ڪجهه نه ڪجهه سگهون آهي. باقي اسان واري ڳوٺ ۾ ته باهه ٻريل آهي، سو ادا! مونسان قرب ڪريو....!".

اسان جي وڏڙن به ان جي رحم جهڙي حالت ڏسي. سرچيو ته ڳوٺ ۾ ڪافي جايون ويران ٿي ريون آهن، ۽ ٻنيون به غير آباد پيون ٿيون. تنهن ڪري سٺو آهي ته ان کي ڪنهن جاءِ ۾ رهڻ ڏجي، ۽ ڪو ٻني ٻارو به پيٽ گذر لاءِ ڏجيس. پلر ته ان ۾ اڳي پوءِ اسان جو آهي، ڇو جو هڪ ته وري ڳوٺ ۾ رونق موٽي ايندي ۽ ٻيو ته، ڪنهن انسان سان ڀلائي ڪرڻ سان، آخرت ۾ به ڪا چڱي جاءِ نصيب ٿيندي. ٻيو جيڪڏهن اسان سان سٺو نه هليو ته، ڳوٺ مان ڪڍي ڇڏينداسونس، ڪري به ڇا سگهندو....؟

اهڙي طرح اهو همراهه جنهنجو نالو محسن علي هو. اسان جي ڳوٺ جو رهاڪو ٿيجي ويو. شروع شروع ۾ ته اسان ان جو وڏو آدر ڀاءُ ڪيو. مهينو کن ته، ان جي گهر ۾ باهه ئي ڪونه ٻري هئي. ساري ڳوٺ وارن ان جي مهماني ٿي جهلي. ڪنهن رات جو ويلو. ڪنهن منجهند جي ماني، ته ڪنهن وري نيرن ٿي ڪرائي.

اسان جو ايڏو پيار ۽ همدردي ڏسي محسن علي جو مٿو ئي ڦري ويو. پلا جنهن کي مفت جي ماني، مفت ۾ رهائش لاءِ سٺي جاءِ، ۽

مٿان وري جو آباد زمين به ملي، ته پوءِ اگهلي ۽ ويندو ته ڀيو ڇا
ڪندو...؟ تڏهن ته سياڻن به چيو آهي ته.

"مرچڙو گهٽ، ماني آ ڍڙ تي."

سو محسن علي به صفا مٿي تي چڙهي ويو، ويتر جو سرسبز زمينون ڏنائين ته دل ۾ سازشون ڪاريهر نانگ وانگر ڪُرَ ڪڻ لڳس. ۽ اسان سان راڻل مانل ٿي وڃڻ ڪري اسان جي ڪمزورين ۽ حالتن کان واقف ٿي ويو. اهڙي طرح ڪڏهن چاچو ته ڪڏهن ماسي ٿي گهرايائين. آخر ڦري، ڦري، تلاءُ وارو ڪم ڪري پنهنجو چڱو خاصو محلو قائم ڪري ورتائين.

ڀيو ته وري اسان جي ڳوٺ واري سٺ سالن جي وڏيري کي، سورهن سالن جي ڏيئا به پرڻائي ڏنائين. اهڙي طرح اسان واري وڏيري جو به محسن علي تي گهڻو راز ٿي ويو، جنهن مان فائدو وٺندي هو پنهنجي من جون مستيون پوريون ڪندو رهيو.

ڪجهه وقت کان پوءِ محسن علي، وري وڏيري جي پٽ جي شادي پنهنجي ڀيڻ مائٽن مان ڪرائڻ ٿي چاهي، پر ان لاءِ وڏيري کي شرط وڌائين ته "منهنجا اهي مائٽ به هن ڳوٺ ۾ اچي رهن....".

اها خبر جڏهن ڳوٺ وارن ٻڌي، تڏهن پاڻ ۾ صلاح صباح ڪري، فيصلو ڪيائون ته سيني گڏجي هلي وڏيري کي چئون، ته هاڻي ڀيو کي به ڌاريو ماڻهو هن ڳوٺ ۾ رهڻ نه ڏينداسون..... پر اها ڳالهه وڏيري کي چوي ڪير...؟ وڏيري آڏو ته ڪو ڪڇي ٿي نه سگهندو هو....!!

ان لاءِ ڪو تيار ئي ڪونه ٿي ٿيو. "شينهن کي ڪير چوي ته تنهنجي وات ۾ ڌپ....!

نيٺ ان فيصلي کي ڪافي وقت گذري ويو، ۽ اها ڳالهه به سڄي ڳوٺ ۾ پکڙجي وئي، پر ٿيو ڪجهه به ڪونه، ان وچ ۾ محسن علي ان

ڪيل فيصلي جي مڪيه همراهن مان ڪن کي لالچون ڏئي پنهنجي پاسي ڪري ورتو. ڪن جا وڏيري جي هٿان ڪم ٿي ڪرايائين، ته ڪن کي ٽيڪ ڏيئي، پراڻيون دشمنيون پاڙڻ لاءِ تيار ٿي ڪيائين.

اهڙيءَ طرح هو اسان ۾ اختلاف وجهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ڪجهه عرصو ته وري اها ڳالهه خاموش ٿي وئي. ڳوٺ جي وڌندڙ آدمشماريءَ سبب بدامني، چوراڪاري ۽ جهيڙا جهٽا به وڌي ويا. جو ته وڻ وڻ جي ڪاٺي اچي ڳوٺ ۾ گڏ ٿي هئي. جنهن اسان نوجوانن کي پريشان ڪري ڇڏيو هو. اسان نوجوان به نيٺ هڪ ڏينهن وڏو ٽولو ڪري وڏيري جي اوطاق تي وياسين. وڏيري سان ڳوٺ جي ترقيءَ جون ڳالهيون ڪندي، اسان ڌارين جي اچڻ جو مسئلو به ڇيڙيوسين. پهريان ته وڏيري اسان جي هڪ نه ٻڌي ۽ اسانکي ٽارڻ لاءِ هيٺاهين ٿي ورتائين. پر جڏهن اسان نوجوانن جو ضد ڏٺائين. تڏهن ڏيکار وانگر ڦوڪجي ويو. ۽ چيائين ته توهان ڪلهوڪا وات ڦاڙها ڇوڪرا. مون سان منهن سامهون ٿي رهيا آهيو. مان توهان کي چڱي طرح ڏسي رهندس.

ٻي ڏينهن تي حد جي صوبيدار کي گهرائي اسانجي ڪيترن ئي نوجوان ساٿين تي ڪوڙا الزام هڻي گرفتار ڪرايائين. هُن جي ان عمل سان، اسان اڃان به همت ناهي هاري، اسانجي جذبن ۾ اڃان به مهراڻ جيان مستي آهي.

چو ته، جيت اڳي پوءِ اسان جي ٿيڻي آهي، ڪنهن ڏاهي سچ چيو آهي ته، جنهن پنهنجي دشمن کي سڃاتو، تنهن ڄڻ ته اڌ جنگ کٽي ورتي.

انهيءَ ڪري اسان به اڌ جنگ کٽي ورتي آهي، ۽ پنهنجي جدوجهد تي پورو پروسو آهي ته باقي اڌ جنگ به کٽي وٺنداسون، ۽ ان شرارتي ڌاڙي سريءَ کي وري سندس اڳين ڳوٺ جيان ذليل ۽ خوار ڪري ڪيس اسان پنهنجي پياري ۽ محبتي ڳوٺ مان به تڙي ڪڍنداسون.

# اداري جا ٻارن لاءِ ٽي بهترين ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| سهٽل پيٽي | (ڪهاڻيون) | امام راشدي |
| گدڙ پنهنجي ڏرِ تي شينهن | (ڪهاڻيون) | امام راشدي |
| نيرو گدڙ | (ڪهاڻيون) | الطاف شيخ |

## جلد اوهان جي هٿن تائين پهچندا



# سُڄاڻپ

پورو نالو: اڪرام الله عباسي اٿس. ڄم جو هنڌ پنجو ديرو ۽ ڄم جي تاريخ ١٩٦٩-٨-١٤ اٿس. ادب جي دنيا ۾ اچڻ کان پوءِ "ساگر" تخلص اختيار ڪيائين. تخلص جيان ساگر آهي.

ادب ۾ ٿورو عرصو ٿيو اٿس جو، پير پاتو اٿائين. سٺو لکي ٿو. سٺو مطالعو اٿس. شل نه ڪو ڪتاب ور چڙهيس. پڙهي پورو ڪري پوءِ ڇڏيندس.

ادب جي ميدان ۾، شاعري سان شروعات ڪيائين. پر اڳتي هلي، شاعري گهٽ، مضمون ۽ ڪهاڻيون وڌيڪ لکڻ لڳو. هيل تائين مضمون، ڪهاڻيون ۽ شاعري سنڌ جي سمورن، اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي چڪا اٿس. هن ڪتاب ۾ ٻارن لاءِ بهترين ڪهاڻيون اٿس. سندس قلم اڃان وهندو ٿو رهي. سندس سوچ گهري ۽ تکي آهي. تاريخ پڙهڻ سان ڏاڍو چاهه اٿس. تاريخ جي موضوع تي ٻه ڪتاب جلد اچڻ وارا اٿس. ڪتابن وٺڻ جو ڪوڏيو آهي. ادبي سنگت جو سرگرم ڪارڪن آهي. هن وقت غريب آباد محلي، نئون ديري ۾ رهي ٿو.

ادارو

Maan School Parhandus.

Child Stories.

Ikram Sagar Abbasi

Balk Adabi Academy.



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 3919786 – 0344

3404488 – 0300

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

